کيئن ريجهايان توکي کيئن پرچايان
ڏس کو ڏانءُ .... اووو يار سڄڻ

# الله جي عبادت ڪهڙي آهي؟
# ۽ ڪيئن ڪجي؟

عزيزالله ٻوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي نوشهروفيروز
قيمت : پنجاهه روپيه

## اياڪ نعبد و اياڪ نستعين

خاص تنهنجي ئي عبادت ڪيون ٿا ۽ خاص توکان ئي مدد گهرون ٿا. لفظ عبادت جي معنيٰ آهي ڪنهنجو عبد ۽ ٻانهو بنجي انجي حڪمن ۽ چيي تي هلڻ هت سورت فاتحه ۾ رب پاڪ جيڪا دعا سيکاري آهي ته اسين الله جي عبادت ڪرڻ لاءِ خاص تو کان ئي مدد طلب ڪيون ٿا هن ڳالهه منجهان ثابت ٿئي ٿو ته الله جو ٻانهو بنجي رهڻ عبد ٿيڻ ان جي ئي عبادت ڪرڻ اهو ڪو نهايت ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي جو تڏي ڪڙي رب سائينءَ آيت ڪريمه ۾ سمجهايو ته منهنجي عبادت ڪرڻ تي توهان سان زماني جا ماڻهو وڙهندا توهان کي ماريندا توهان کي شهر نيڪالي ڏيندا توهان سان برادريون ڇنندا مٽيون مائٽيون ڇنندا سوشل بائيڪاٽ ڪندا. منهنجي عبادت اوهان منهنجي مدد ڪانسواءِ ڪونه ڪري سگهندا. ابراهيم (عليه السلام) الله جي عبد بنجڻ عبادت ڪرڻ جو پڙهو ڏنو ته گهر ۾ پيءُ وڙهي پيس وقت جو بادشاه مٿس ڏمرجي پيو ماڻهو ابراهيم خلاف باهه جون اماڙيون بنجي ويا هن منجهان ثابت ٿئي ٿو ته. نبين جي ٻڌايل عبادت ڪا ٻي شيءِ آهي جو سڄو ماحول وڙهي ٿو پوي پر زماني جا ماڻهو اڄ جي رواج واري نماز تي ڪاوڙجڻ ۽ وڙهڻ بدران خوش ٿين ٿا ۽ تعريف ڪن ٿا سو پڪ سان ثابت ٿيو ته هيءَ نماز نبين ۽ قرآن واري ٻڌايل عبادت ناهي تڏهن ته الله هي دعا سيکاري ته اياڪ نعبد و اياڪ نستعين يعني مون الله جي مدد ڪانسواءِ توهان منهنجي عبادت ڪونه ڪري سگهندو پچاڙيءَ ۾ رب پاڪ هيتري تائين به حڪم ڏنو ته يَا عِبَادِىَ الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ أَرْضِى وَاسِعَةٌ فَإِيَّاىَ فَاعْبُدُونِ (56_29) اي منهنجا عبادت گذار مؤمنوا منهنجي عبادت ڪرڻ ڪري ماڻهو توهان کي ملڪ نيڪالي ڏين ته پنهنجي نظريي تان هٿ نه ڪڍجو منهنجي زمين ڪشادي آهي لڏي وڃجو پر منهنجي عبديت تان هٿ نه ڪڍجو. هاڻي اها عبادت ڇا هي اها ڳالهه سمجهائڻ لاءِ ڪتاب لکيل آهي.

**امام بخاريءَ جي چوڻ مطابق، مڪي جي مشرڪن جي بتن اڳيان عبادت ۽ علم حديث واري ٻڌايل نماز، اهي ٻئي برابر آهن جڏهن ته قرآن انهن ٻنهي جو انڪاري آهي.**

ڪتاب بخاري جي ڪتاب الصلوة ۾ باب نمبر 292 جي عنوان هيٺ امام بخاريءَ امام زهريءَ جي هن حديث ته: من صلى و قدامه تنور اونار اوشيء مما يعبد فاراد به وجه الله وقال الزهرى اخبرنى انس بن مالك قال قال النبى صلى الله عليه وسلم عرضت على النار وانا اصلى: تي لکيو آهي ته باه کي يا تنور کي يا ڪنهن به اهڙي شيءِ (بت قبر ۽ جن به شين جي پوڄا جو رواج هجي) کي سامهون رکي ان جي ڪو به شخص عبادت ڪري ته ان سان الله مون کان راضي ٿيندو ته اهو جائز آهي. ۽ ان جو نالو بخاريءَ صلوة ۽ نماز لکيو آهي. سورت الڪافرون مٿان غور ڪيو ته قرآن حڪيم ۾ جناب رسول جي قرآن واري پڪي حديث ۽ سچي حديث سان هي ٻڌايو ويو آهي ته قُلْ يَا أَيُّهَا الْكَافِرُونَ لَا أَعْبُدُ مَا تَعْبُدُونَ وَلَا أَنتُمْ عَابِدُونَ مَا أَعْبُدُ (3 تا 1 _9_1) يعني اي ڪافرو! آئون توهان واري عبادت کي هر گز به قبول نه ٿو ڪيان جو بتن ۽ باه اڳيان انهن جي عبادت ڪيان" ۽ منهنجي عبادت ته اها آهي جنهن جي ڪري زماني وارا ملڪ نيڪاليون ڏيندا آهن (56_29) سواوهان منهنجي عبادت جهڙي عبادت هر گز ڪو نه ڪندا. هن ماجرا منجهان ثابت ٿيو ته علم حديث جي امام، امام بخاري قرآن جي مشهور اصطلاح اقيمو الصلوة جي جيڪا معنيٰ ۽ مفهوم نماز قرار ڏيئي وري ان کي پنهنجي عبارت ۾ صلوة ۽ عبادت تسليم ڪيو آهي. هڪ طرف ته اها معني خلاف قرآن هئڻ ڪري غلط آهي ٻئي طرف فارس جي حديثون ناهيندڙ امامن جي انهي معنيٰ ۽ مفهوم کي قبول ڪندڙ به هڙيئي ماڻهو انهن امامن جهڙا چٽيا" هن بحث منجهان هي به ثابت ٿيو ته قرآن ۽ جناب خاتم الانبياءَ جن پاڻ علم حديث ناهيندڙن جي قرآني اصطلاح اقيموالصلواة جي تعبير ۽ تفسير سان متفق ناهن ۽ امام بخاري جو چوڻ ته بت قبر باه وغيره جي عبادت جائز آهي ان کي قرآن به ڪوڙ سڏي ٿو ته جڏهن الله ڪنهن کي نبوت ۽ رسالت ڏيڻ کان پوءِ به هيءَ اجازت نٿو ڏئي ته هو ماڻهن کي چوڻ ته منهنجي عبادت ڪيو (99_3) پوءِ نبين کان مٿي بخاريءَ جي باه ۽ بت وڏيڪ ڪيئن ٿيا.

## مهاڳ

## نمازون پڙهندڙ ماڻهن کي آئون سندن خيال مطابق سچو ۽ مخلص سمجهان ٿو

نمازي ماڻهو پنهنجي نيتن ۾ الله پاڪ جي بندگي ۽ ان جي رضامندي حاصل ڪرڻ جو جذبو رکن ٿا، خواهش رکن ٿا، نمازي ماڻهن کي الله سان محبت ۽ عقيدت آهي. نمازي ماڻهو پنهنجي علم، عقل ۽ ڄاڻ مطابق صدين کان پراڻي رواج مطابق پڙهي ويندڙ نماز کي هو الله جي عبادت قرار ڏيئي پڙهندا رهن ٿا، نمازي ماڻهو پنهنجي نيت جي حد تائين درست آهن، پر افسوس جو انهن الله جي شان ۽ هستيءَ کي نه سمجهو آهي نه ئي سڄاتو آهي ۽ نه ان جي شان ۽ مرتبي مطابق ان جي قرآن ۾ ٻڌايل عبادت ڪرڻ جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ئي سمجهو آهي نڪي رب تعاليٰ جي نالي مبارڪ "الصمد" جي معنيٰ ۽ مفهوم کي هو سمجهي سگهيا آهن. الله جي بي نياز هستيءَ جي هيءَ توهين ۽ گهٽتائي آهي ته اهو اهڙي انسان کي چوي ته تون منهنجي پوڄا ڪر

وَخُلِقَ الْإِنسَانُ ضَعِيفًا (4_28)

جيڪو انسان پئدائشي طور ضعيف آهي جيڪو انسان هڪ نطفي منجهان پئدا ڪيو ويو آهي ۽ پئدا ٿيڻ کانپوءِ وري الله سان پڌرا جهڳڙا به ڪري ٿو (4_16) ان الانسان لظلوم ڪفار جيڪو انسان ظلوم ۽ ناشڪر به آهي (34_14) ۽ جيڪو

وَكَانَ الْإِنسَانُ أَكْثَرَ شَيْءٍ جَدَلًا (54_18)

هر ڳالهه تي جهڳڙا به ڪندو رهي ٿو الله جي شان ۽ هستيءَ کي سمجهڻ لاءِ ڪوئي عقلمند ماڻهو هن آيت ڪريمه کي سوچي ۽ سمجهي

قُل لَّوْ كَانَ الْبَحْرُ مِدَادًا لِّكَلِمَاتِ رَبِّي لَنَفِدَ الْبَحْرُ قَبْلَ أَن تَنفَدَ كَلِمَاتُ رَبِّي وَلَوْ

جِئۡنَا بِمِثۡلِهِ مَدَدًا (109_18) يعني اي نبي تون چؤ تہ جيڪڏهن سڄي سمنڊ جو پاڻي الله جي ڪائنات تخليقات جا تفصيل لکڻ لاءِ مس بنايو وڃي تہ سمنڊ کٽي ويندو پر الله جي مخلوقات جو تفصيل ڪو نہ کٽي سگهندو توڙي جو ان مس کي وڌائڻ لاءِ ٻيا بہ سمونڊ ان سان ملايا وڃن. هن آيت ڪريمہ جي تفصيل ڪي ڪجهہ ڪجهہ ٿورو ٿورو سائنسدان ئي سمجهي سگهن ٿا جن جي تمام اڻپوري تحقيق منجهان هي پڌايو ويو آهي تہ هي ڪائنات هي ڪهڪشان هي گليڪسي ۽ نظام شمي وارو جهان جنهن ۾ تازو هڪ سياري جي روشني زمين تي ٻارهن ارب سالن گذرڻ ڪانپوءِ پهتي آهي، سائنسدان چون ٿا تہ اسان پنهنجي دريافت مطابق اڃا تائين هن نظام شمسي ۽ جهان جيترا اڍائي سو ارب ٻيا بہ جهان معلوم ڪري سگهيا آهيون پر وڏيڪ ڳُرن جي ڳُٽپ واري منزل اتي ختم ڪانہ ٿي آهي. تخليق جو وچور اڃا بہ اڻ کٽ ٿو لڳي غور ڪيو وڃي تہ ايڏي سنسار جو خلقڻهار انسان کي ماڻهوءَ کي چو چوندو تہ تون منهنجي پوڄا ڪندي تہ منهنجي خدائي بچي سگهندي نہ تہ تنهنجي نمازن ڪانسواءِ هي جهان ڊهي پوندو!!! رب پاڪ جيڪو فرمايو آهي تہ:

وَمَا خَلَقۡتُ الۡجِنَّ وَالۡإِنسَ إِلَّا لِيَعۡبُدُونِ (56_51)

يعني مون الله جنن ۽ انسانن کي صرف هن لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ هو منهنجا ٻانها بنجي منهنجي قانونن جا فرمانبردار ۽ تابعدار ٿي هلن. اڳتي واري آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ فرمايو تہ مون کي توهان جي ڪنهن بہ شيءِ جي غرض ناهي، ضرورت ناهي پرواه ناهي آئون الله اوهان کان پنهنجي لاءِ ڪو ڪاڏو ڪونہ ٿو گهران اوهان جو منهنجي حڪمن جو تابعدار ۽ ٻانهو ۽ عبد ٿي رهڻ خود اوهان انسانن جي ڀلي لاءِ آهي، مان الله تہ کائڻ پيئڻ کان پاڪ آهيان، آئون تہ پاڻ رزق ۽ روزي ڏيندڙ آهيان. (سو لفظ عبد ۽ عبادت جو مستقل مضمون اڳتي آڻجي ٿو وڏيڪ عبادت جي معنيٰ مفهوم اتي



پروڙيندا) باقي مروج نماز جيڪا امت وارا صدين کان غلط طور تي صلوة جي معنيٰ ۾ پڙهندا اچن ٿا الله وٽ انهن کان قرآني لفظ صلوة جي غلط ترجمي سبب مجوسين واري نماز پڙهڻ تي ضرور حساب ٿيندو"

## قرآن حڪيم ۾ سمجهايل صلوة نماز ناهي

لفظ صلوة جي معنيٰ پاڻ رب تعاليٰ قرآن ۾ فن تقابل سان سمجهائي آهي تابعداري ڪرڻ ۽ پيروي ڪرڻ (32_31_75) جڏهن تہ نماز جو لفظ قرآني ٻوليءَ جو عربي وارو ناهي هي فارسي ٻولي جو لفظ آهي ۽ ان جو معنوي استعمال فارس جي مجوسين پنهنجي آتش پرستي واري مذهب ۾ باهہ جي اڳيان نم آس نوڙڻ لاءِ تجويز ڪيو هئائون. اسلام ۽ مسلم امت سان فتح فارس جي غصي ۾ ۽ دشمني پاڙڻ لاءِ قرآن جي انتهائي عظيم الشان اصطلاح اقيمو الصلوة واٰتو الزکوة جنهن جي معنيٰ قرآن جي ڏنل نظام جي اهڙي پيروي ڪرڻ آهي جنهن سان جڳ جهان کي پالڻ واري معنيٰ ثابت ٿئي ٿي، ان کي معنوي تحريف جي تيرن سان سندن پوڄا پاٺ واري باهہ جي اڳيان جهڪڻ واري اصطلاح نماز کي صلوة جي ترجمي طور مشهور ڪري ڇڏيائون" هاڻي مڄ ڪڇرين ۾ باهہ کي عليءَ جو مڄ سڏي باه جي تقدس کي جاڳائڻ جا حيلا هلائن پيا ٿا.

*من چہ مى گويم دنبوره من چہ مى گويد*

الله فرمائي ٿو منهنجي عبادت جو شوق رکڻ وارا ٻڌي ڇڏين آئون الله بي نياز آهيان جيڪڏهن ماڻهو جستجو ۾ آهن تہ مون کي ڪيئن رجهائن ۽ ڪيئن پرچائن تہ منهنجو بہ اعلان ۽ جواب ٻڌي ڇڏين تہ واٰتوا حقه يوم حصاده (141_6) يعني مون الله بابت جيڪو ماڻهن شور ۽ واويلا مچائي ڇڏي آهي تہ روزا نمازون حج زڪوة اهي سڀ حقوق الله يعني الله جا ٻانهن مٿان حق آهن، اهو سڀ ڪوڙ آهي، غلط آهي آئون الله اهڙو ڪمزور ۽ محتاج ناهيان جو پنهنجي لاءِ اوهان کان ڪا بہ شيءِ طلب ڪيان مون لاءِ اهڙو گمان ڪرڻ بہ مون الله جي توهين آهي هائو مون الله سڄي قرآن ۾ پنهنجي

نالي سان اوهان مٿان هڪڙو حق رکيو آهي لاڳو ڪيو آهي. اهو هي تہ جنهن وقت بہ اوهان پنهنجي ڪمائي جو فصل ڳاهي ديرو ڪٺو تہ ان مهل پنهنجي اوڙي پاڙي وارن معذورن محتاجن بي وسيلہ ڪمزورن جي حاجت روائيءَ لاءِ ڪين اوهان جيڪي ڪجهہ ڏيندو تہ اهو اوهان جڻ مون الله جو حق ادا ڪري ڇڏيو ياد رکي ڇڏيو آئون الله بکيو يا اگهاڙو ناهيان اوهان محتاج ۽ معذور انسانن جي سنڀال لهندو تہ ان مهل ان جاءِ تي جڻ مون الله سان اوهان جي ملاقات ٿي ويندي پر ان موقعي تي هي نہ سمجهجو تہ مان الله ڪو سچو آهيان سو اهو بہ سمجهي ڇڏيو تہ منهنجو اهو حڪم بہ اوهان جي ڀلائي لاءِ آهي وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ فَلأنفُسِكُمْ (272_2) يعني مسڪينن محتاجن ڪي جيڪي ڪجهہ اوهان مدد ڪندو ان جو صلو خود اوهان کي ملندو منهنجي انهي حڪم سان جهڙي طرح محتاج انسانن جي ڀلائي ٿيندي اهڙي طرح اوهان ڏيڻ وارن کي بہ انهي ۾ فائدو ٿيندو جو جنهن وقت اوهان پنهنجي ڪڌن ڪرتوتن ۾ پڪڙيا ويندو تہ ڏنو ہنو آهي

وَمَا تُنفِقُونَ إِلاَّ ابْتِغَاء وَجْهِ اللّهِ وَمَا تُنفِقُواْ مِنْ خَيْرٍ يُوَفَّ إِلَيْكُمْ (272_2)

ڏکيءَ ويل اوهان جو اڄ جو سياڻي لاءِ ڏنل اوهان کي موٽائي ڏنو ويندو ۽ ان ۾ اوهان کي ڪابہ ڪس ڪانہ ڏني ويندي سو مون الله اوهان کي صلوة جو حڪم ڏنو آهي اوهانجي نمازن ڪان آئون الله پاڪ. بلند ۽ بالا آهيان مون کي ڪنهنجي بہ پوڄا جي ڪاڻ ڪانهي. نماز پوڄا وارو عمل آهي مون جنن ۽ انسانن کي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي.

## سيني جون گاريون اکين تي

مون پنهنجي ڪافي سارن لکيل ڪتابن ۾ قرآن حڪيم جي حڪم اقيموا الصلوة جي معنيٰ لکي تہ قائم ڪيو (نظام) صلوة جو ۽ لفظ صلوة جي معنيٰ مجوسين واري نماز بدران قرآن حڪيم جي سيڪاريل ۽ ہدايل پيش ڪئي جيڪا تابعداري ۽ پيروي ڪرڻ آهي (31_32_75) ۽ هي بہ لکيو تہ قرآن



حڪيم نظام حڪومت هلائڻ ۽ قائم ڪرڻ جو سياسي منشوري ڪتاب طور نازل ڪيو ويو آهي ۽ ان ڪتاب ڪانسواءِ ڪنهن بہ ٻئي علم جي تابعداري ناهي ڪرڻي (37_13) (3_7) منهنجي انهن ڪتابن ۾ مضمونن تي پڙهندڙ مهربانن ڇا ڇا نہ چيو بلڪ سڀ ڪجهہ چيو انهن جي بحثن ۾ علمي استدلال گهٽ هوا بلڪ هٺا ئي ڪونہ البت گاريون جام هئيون جن گارين ڏيندڙ ماڻهن کي آئون بہ قسم قرار ڏيان ٿو هڪ تہ جن ماڻهن پاڻ کي نمازن پڙهڻ سان الله جو عبادت گذار پئي سمجهو ۽ منهنجي مضمونن کي کين الله کان جدا ڪرڻ وارو قرار ڏئي علمي جوابن بدران مون کي گاريون ڏنائون آئون اهڙن سيني ماڻهن لاءِ دعاگو آهيان تہ الله عزو جل کين قرآن پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي رب تعاليٰ کين پنهنجو الوهيت وارو مقام ۽ مرتبو سمجهڻ جي توفيق عطا فرمائي" ۽ انهن جون سڀ گاريون لاعلمي جي بنيادن تي هئيون ۽ آهن بلڪ لاعلميءَ سان گڏ اسلام جو سينو ۽ ڇاتي جيڪا امامي علمن جي قرآن مخالف تيرن ۽ نيزن سان پروڻ بڻائي وئي آهي. مسلم عوام جي انهن امامي سازشن کان بي خبري ۽ اڻ ڄاڻائي آهي جيڪا سندن گارين ۾ ڪاوڙ جو سبب بڻي آهي مسلم امت جي مذهبي تعليم وارن مدرسن ۾ جتي نصاب تعليم هڪ تہ قرآن خلاف امامي علمن تي مشتمل آهي ٻئي نمبر تي انهن فارس وارن امامن جي سوانح حيات ۽ ڪوڙين تعريفن تي ايترا تہ ڪتاب لکيل آهن جيتري تعريف جناب خاتم الانبياءِ عليہ السلام ۽ انتي نازل ٿيل ڪتاب قرآن جي علميت جي بہ ڪانہ لکي اٿن بلڪ جناب رسول ۽ قرآن جي تعريف تہ ڇا پر التو سندس توهين ۾ ڪيئي حديثون گهڙي نصاب ۾ شامل ڪري اڄ تائين اهي پڙهائيندا رهن ٿا جن قرآن دشمن ۽ رسالت مآب دشمن حديثن بابت آئون هڪ هزار صفحن کان بہ وڌيڪ تفصيل لکي ڇپرائي ۽ ورهائي بہ چڪو آهيان جيڪو ڪتابي صورت سان گڏ نيٽ تي بہ موجود آهي جنهن جي ائڊريس آهي شهابُ ثاقب ڊاٽ ڪام. مون کي گارين ڏيڻ وارن منجهان ماڻهن جو ٻيو

قسم هي بہ هئو جيڪي مون کي اسرائيل تل ابيب جي يهودين هندستان ۾
امريڪا جو ايجنٽ قرار ڏين پيا ۽ ڪتابن جي ڇپائي وغيره جي خرچ لاءِ بہ
اهو چوندا رهن ٿا تہ عزيز الله کي پئسا امريڪا ۽ يهودين وٽان ملن ٿا. ان قسم
وارن مهربانن جي خدمت ۾ جوابي عرض آهي تہ اوهان عالمي سامراج کي
سڃاڻو ڪونہ ٿا مون جيڪي قرآن حڪيم جون معاشي ۽ معاشرتي
ڪلاس ليس سوسائٽي (39_53) (2_219) (10_41) واريون تعبيرون پنهنجي
ڪتابن ۾ کولي بيان ڪيون آهن سمجهدار ماڻهو انهن کي پڙهڻ ڪانپوءِ
حيران ٿي مون کان سوال ڪندا آهن تہ قرآن مخالف سامراجي مافيا وارن
توکي اجا تائين جيئرو ڪيئن ڇڏيو آهي؟ منهنجو انهن کي جواب هي
هوندو آهي تہ مون کي اهو (بچاءِ) حوصلو ۽ طاقت آيت نمبر (48_52) جي
فلسفي منجهان مليو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي تہ الله پنهنجي مشن
جي ورڪرن جي حفاظت پاڻ ڪندو آهي موت برحق آه مون کي بہ ڪڏهن
نہ ڪڏهن ضرور مرڻو آهي پر مون قرآن حڪيم جون استحصالين خلاف
تعبيرون (15_20) نيت تي آٽي ڇڏيون آهن جيڪي سامراج ۽ ان جي پاڙن
تي پلجندڙ فرعوني قاروني ۽ هاماني پيشوائيت کي قيامت تائين چڀينديون
رهنديون سو عالمي سامراج پئسا تہ انهن کي ڏيندو آهي جيڪي قرآن
دشمنيءَ ۾ دستاربند آهن جن جو تعارف نالن سان مون پنهنجي ڪتاب
(حجت صرف قرآن ہے) ۾ ڪرائي ڇڏيو آهي ان ڪتاب جي مارڪيٽ ۾ اچڻ
ڪانپوءِ منهنجي وڏي پٽ کي ڌاڙيل اغوا ڪري ويا هئا تہ ڪيترائي ماڻهو
مون کي فون تي چوندا هئا تہ تنهنجو پٽ انهن ماڻهن اغوا ڪرايو آهي جن
جا تو ڪتاب ۾ نالا لکيا آهن بهرحال هن ڪتاب "الله جي عبادت ڪهڙي
آهي ۽ ڪيئن ڪجي؟" لکڻ جي ضرورت مون هن ڪري محسوس ڪئي
جو مون جيڪو حڪم قرآن "اقيموالصلوة" جي امامي روايتن واري ترجمي
"پڙهو نماز" کي غلط قرار ڏيئي خود قرآن حڪيم جو سمجهايل ترجمو
"قائم ڪيو قرآن جي پيش ڪيل نظام جي پيروي ۽ تابعداريءَ کي) نظام



قرار ڏيئي ان تي مستقل ڇئن ڪتابن کان بہ وڌيڪ مواد لکي ڇپرايو ۽
ورهايو آهي، سو عبادت ڇا آهي؟ عبادت ڪيئن ڪرڻي آهي اهو سوال
نهايت اهم آهي توڻي ڪٿي مون ان سوال جو جواب اڳي وارن ڪتابن ۾
ضرور لکيو آهي تڏهن بہ مون کي احساس ٿيو تہ ان موضوع ۾ سوال تي اجا بہ
سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ مستقل ڪتاب اچڻ گهرجي جيڪو مڪمل طرح سان
قرآن حڪيم منجهان ثابت ٿيل هجڻ گهرجي جنهن سان مسلم امت جي
حقيقت پسند ماڻهن کي ذهني اطمينان حاصل ٿئي (مهاڳ ختم)

## نماز پوڄا آهي، جڏهن تہ الله ماڻهن کي عبادت جي لاءِ خلقيو آهي:

سورت الڪافرون ۾ ڪل ڇهہ عدد آيتون آهن ۽ ان ۾ عبادت جو لفظ ڪل
اٺ ڀيرا استعمال ٿيو آهي ۽ انهن اٺن ڀيرن جو استعمال ڇئن آيتن ۾ تقابلي
انداز سان استعمال ٿيو آهي يعني هڪ هڪ آيت ۾ ٻہ ٻہ ڀيرا اهو لفظ
استعمال ٿيو آهي عبادت جي لفظ جو هڪ استعمال جناب رسول عليہ
السلام واري عبادت جو آهي ٻيو استعمال ڪافرن واري پوڄا مثل عبادت جو
آهي جنهن کي بہ رب پاڪ قرآن ۾ تہ ضرور عبادت ڪوٺيو آهي پر ڪافرن
جي پوڄا کي بہ قرآن حڪيم ۾ عبادت سڏيو ويو آهي ان جا ٻہ سبب آهن
هڪڙو تہ قرآن حڪيم مِّثْلَ مَآ أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ (51_23) جي اصول تي ڳالهہ
ڪندو آهي يعني جنهن لفظ کي اسان پنهنجي رواجن ۽ محاورن ۾ جيئن بہ
استعمال ڪندا آهيون انهيءَ طريقي کي ڇيو ويندو آهي بقول شما" يعني
"اوهان جي چوڻ مطابق" سو ڪافر بہ پنهنجي بت پرستيءَ جي عمل کي
عبادت ٿي قرار ڏيندا هئا تہ الله پاڪ بہ قرآن ۾ انهن جي اصطلاح ۾ چوٽيءَ
کي قبول ڪندي عبادت جي لفظ سان ٿي نقل ڪيو آهي نہ تہ انهن جي
عبادت جي معنيٰ تہ ڪليل پوڄا واري آهي جيڪا هو جامد. پٿرن جي بتن کي
پوڄڻ واري عمل کي عبادت سڏيندا هوا. البت عبادت جو لفظ ۽ اصطلاح
باطل نظرين وارن جيئرن انسانن امامن ۽ پيشوائن جي جاري ڪيل خلاف

قرآن حديثن ۽ فقهن تي هلڻ کي بہ چئي سگهجي ٿو جن امامن جي باري ۾ قرآن حڪيم فرمايو آهي تہ:

وَجَعَلْنَاهُمْ أَئِمَّةً يَدْعُونَ إِلَى النَّارِ وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ لَا يُنصَرُونَ (41_28)

يعني (اسان جي قانون) انهن فرعوني جاگيرداريت جي نظريي جي پيروڪارن کي سندن اهڙن خلاف علم وحي نظرين جي ڪري دوزخ جي طرف سڏيندڙ امام بنائي ڇڏيو جو

وَأَتْبَعْنَاهُمْ فِي هَٰذِهِ الدُّنْيَا لَعْنَةً وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ هُم مِّنَ الْمَقْبُوحِينَ (42_28)

يعني جاگيرداريت ۽ ذاتي ملڪيتن کي جائز قرار ڏيندڙ فرعوني نظرين وارن امامن کي) هن دنيا ۾ ئي لعنت لڳائي ڇڏي اٿئون ۽ قيامت واري ڏينهن بہ اهي امام بڇڙي حال ۾ هوندا مون جيڪو هن مضمون جو عنوان لکيو آهي تہ نماز پوڄا آهي الله جي عبادت ناهي انهيءَ ڳالهہ جي ثابتي قرآن جي حوالن سان هيءَ آهي تہ رب تعاليٰ تہ ان صلوة کي قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي جنهن جي ذريعي وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ (2_3) يعني جنهن صلوة ۾ الله جي ڏنل رزق کي خرچ ڪرڻ جون اسڪيمون پاس ڪيون وڃن جيڪا ڳالهہ هلندڙ رواج واري امامن سيني فقهي ڪتابن ۾ انهن جي ڄاڻايل نماز ۾ ڪانهي، اڃا بہ وڌيڪ الله پاڪ ان صلوة کي قائم ڪرڻ جو جيڪو حڪم ڏنو آهي جنهن ۾ صلوة جي قائم ڪرڻ سان گڏ آتو الزکوة يعني رعيت جي سڀني فردن ۾ هر قسم جي سامان پرورش ورهائڻ جا فارمولا پاس ٿيندا هجن جڏهن تہ هن رواج وارين نمازن ۾ سامان پرورش ڪونہ ٿو ورهايو وڃي. ۽ قرآن واري صلوة جون گڏجاڻيون ڪنهن ڪنهن صورت ۾ تہ هڪ ڪانفرنس جي مقالن ۽ مذاڪرن تي بہ مشتمل هونديون آهن (43_4) (9_62) (15_87) (14_20) جڏهن تہ هلندڙ رواج واري نماز ۾ نہ ڪانفرنسن وارا مقالا ۽ جوابي مقالا پڙهيا وڃن ٿا نہ ڪي هلندڙ نمازن ۾ ڪوئي مذاڪرات جو رواج ۽ سلسلو آهي ان ڪري هن نماز کي الله جي حڪم اقيموا الصلوة جي



معنيٰ ۽ مفهوم سان لاڳو ڪيل ۽ جاري ڪيل قبول نہ ڪري سگهبو ۽ عبادت ان عمل کي سڏيو ويندو جنهن جو الله پنهنجي ٻانهن کي پاڻ حڪم ڏنو هجي ۽ سندس ٻانها ان حڪم جي تعميل ۾ بجا آوري ڪندا هجن" ان ڪري جنهن نماز ۾ خلق خدا جي رزق روزيءَ جي ورهاست جو ڪم ناهي ۽ خلق خدا کي آتوالزکوة ذريعي پالنا جي سامان ڏيڻ جو ڪوبہ ذڪر ناهي تہ اها نماز قرآن واري صلوة نٿي ٿي سگهي سو ان کي الله جي عبادت طور قبول ڪونہ ڪري سگهبو. هائو هلندڙ رواج ۾ جاري نماز کي الله جي عبادت بدران فارس وارن امامن جي عبادت مڃي سگهجي ٿو ان ڪري جو اها ايجاد بہ انهن جي آهي الله جي ناهي.

## قرآن واري صلوة قائم ڪرڻ ۽ زڪوة ڏيڻ تي زماني جا ماڻهو وڙهندا.

ماڻهن کان ڏڄڻ وارو ڪو بہ شخص نہ صلوة کي قائم ڪري سگهندو ۽ نہ زڪواة ڏئي سگهندو پر قرآن واري صلوة ۽ زڪوة جي مقابلي ۾ امامي علمن واري نماز ۽ زڪوة هر ماڻهو بنا خوف خطري جي پڙهڻ ۽ ڏين پيا ٿا.

إِنَّمَا يَعْمُرُ مَسَاجِدَ اللَّهِ مَنْ آمَنَ بِاللَّهِ وَالْيَوْمِ الْآخِرِ وَأَقَامَ الصَّلَاةَ وَآتَى الزَّكَاةَ
وَلَمْ يَخْشَ إِلَّا اللَّهَ فَعَسَىٰ أُولَٰئِكَ أَن يَكُونُوا مِنَ الْمُهْتَدِينَ (18_9)

الله جون مسجدون (جن ماڳن تان الله جي قانون وارا فيصلا جاري ٿيندا هجن) اهي ماڻهو اڏي ۽ آباد ڪري سگهندا جيڪي الله ۽ آخرت جي ڏهاڙي تي ايمان رکندا هجن ۽ قائم ڪن نظام صلوة جنهن سان سامان پرورش ڏين (ماڻهن کي ان عمل سان) الله ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کان بہ نہ ڏڄن پوءِ پڪ ڄاڻجو تہ اهي هدايت ڏيڻ وارن منجهان ٿيندا.

هي آيت ڪريمہ ڪلم ڪلم ٻڌائي ٿي صلوة قائم ڪرڻ زڪوة ڏيڻ ايڏو تہ پوائنٽو ۽ خوفناڪ ڪم آهي جيڪو صرف اهو ئي ماڻهو ڪري سگهندو جيڪو الله ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کان بہ نہ ڏڄندو هجي، قرآن حڪيم جي هن

اطلاع ڪان پوءِ ڪير سوچي ته ڇا هلندڙ رواج واري نماز جيڪا صلوة جي معنيٰ ۾ مشهور ڪئي اٿن اهڙي آهي؟ جنهن کي ادا ڪرڻ مهل دنيا جا انقلاب دشمن ماڻهو نمازن پڙهڻ وارن ۾ هڪ سؤ روپين تي سال ۾ هڪ پيرو اڍائي روپيه ڏيڻ وارن کي ماريندا هجن؟

## قرآن مٿان الزام ته هن کي صرف اڳيان امام ئي سمجهي سگهيا هئا اسان نٿا سمجهي سگهون

محترم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي بلڪ نهايت دردمندانه اپيل آهي ته قرآن مخالف مذهبي پيشوائن هي جيڪو عام ماڻهن ۾ مشهور ڪيو آهي ته قرآن عام ماڻهن جي سمجهه ۾ اچڻ وارو ڪتاب ناهي هن ڪتاب کي هر فرقي وارا ماڻهو چون ٿا ته قرآن منجهان صحيح معنيٰ مطلب صرف اسان جي امامن سمجهيو آهي پوءِ شيعن جا ٻارهن يا ٻارهن امام ۽ اهل سنت جا چار امام يا اڃا به اڻ ڳڻ امام اهڙي طرح اهل حديثن جا صحاح سته نامي ڪتابن وارا ڇهه امام يا اڻ ڳڻ امام ۽ اسماعيلين جو هڪ امام يا اڻ ڳڻ امام. آئون سڀن فرقن جي سمجهدار ماڻهن جي خدمت ۾ نهايت ادب سان عرض ڪيان ٿو ته اسان اوهان جي امامن جي قرآن بابت ڄاڻ ۽ سمجهه کي اکين تي رکي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيون هن شرط سان ته انهن سڀن امامن منجهان ڪنهن به هڪ امام جو قرآن حڪيم تي لکيل ڪوئي به هڪڙوئي مڪمل تفسير سامهون آندو وڃي جيڪو قرآن حڪيم جي سيڪاريل اسلوب ۽ طريقي تصريف آيات (105_6) مطابق لکيو ويو هجي منهنجي هيءَ چئلنج سيني حديث ساز ۽ فقه ساز امامي فرقن کي آهي جڏهن ته قرآن حڪيم رب تعاليٰ جي طرفان خود تفسيرڪيل ڪتاب آهي جنهن جو طريقو ۽ اسلوب تصريف آيات آهي يعني قرآن حڪيم پنهنجيون آيتون پاڻ کولي سمجهائڻ وارو ڪتاب آهي. هاڻي هن حقيقت تي هي به اکر لکڻ منجهان منهنجو مقصد هي آهي ته انهن سوين هزارين امامن منجهان



ڪنهن به هڪ امام قرآن جي سمجهڻ لاءِ تصريف آيات سان خدائي رهنمائيءَ طرف ماڻهن کي به ڏس ڪو نه ڏنو آهي نه ئي وري قرآن منجهان دليل پيش ڪرڻ مهل تصريف آيات کي بطور استدلال جي پيش ڪيو اٿن. سندن اهو انداز ثابت ڪري ٿو ته انهن سڀن امامن کي الله جي ڪيل تفسير قرآن سان اتفاق ناهي آئون پنهنجي هن چئلنج کي سمجهڻ لاءِ آسان بنائڻ لاءِ عرض ڪيان ٿو ته ڪنهن به امام ۽ روايت پرست فقيه ۽ امام آيت ڪريمه أَرَأَيْتَ الَّذِى يَنْهَى عَبْدًا إِذَا صَلَّى (10_9_96) ۽ آيت ڪريمه إِنَّ أَرْضِى وَاسِعَةٌ فَإِيَّاىَ فَاعْبُدُونِ (56_29) منجهان نمازن کي الله جي عبادت ڪوٺڻ هنن واري معنيٰ سان مسجدن اندر پڙهي ويندڙ پوڄا مثل عبادت تي امريڪا, برطانيه يا هندستان ۾ ڪٿي به ڪا بندش نه آهي؟ مشاهدي سان ثابت آهي ته سڄي دنيا ۾ نمازن ۽ پوڄا پاٺ تي ڪٿي به بندش ناهي ته پوءِ پڪ سان ثابت ٿيو ته مسلم امت جون صلوة جي معنيٰ ۾ نمازون ۽ نماز کي عبادت قرار ڏيڻ اهي معنائون درست ناهن جيڪڏهن صلوة جي معنيٰ علم حديث جي روشني ۾ جاري رواج واري نماز هجي ها ته اهڙي صورت ۾ آيت ڪريمه ينهيٰ عبداً اذا صلى يعني تونگر ماڻهو الله جي ٻانهن کي صلوة بمعني نماز قائم ڪرڻ کان روڪين ٿا ڪوڙي ٿي پوندي "پنجاه سٺ سال اڳي جي ڳالهه آهي ته عراق جي شهر بغداد ۾ وڏي ليول جي ڪا ميٽنگ ٿي ان ميٽنگ ۾ برطانيه جو هڪ وزير به شريڪ هئو ان ۾ برطانيه طرفان عراق ۾ مقرر سفير به شريڪ هئو دوران ميٽنگ ظهر نماز جي آذان آئي, ان تي شريڪ ممبر سڀ چپ ٿي ويا جيئن ئي بانگ پوري ٿي ته سڀ ممبر نماز پڙهڻ لاءِ اٿي هليا ويا ان تي برطانوي وزير پنهنجي سفير کان پريشان ٿي پڇيو ته هي ڇاجو آواز هئو ۽ هي ميٽنگ جا سڀ ماڻهو جلدي ڪاڏي اٿي ويا ته سفير جواب ۾ چيس ته پهريون آواز مسلمانن جي نماز طرف سڏڻ جو هئو ۽ ان سڏ کان پوءِ سڀ ممبر نماز پڙهڻ لاءِ اٿي ويا آهن انتي وزير صاحب سفير کان پڇيو ته

هنن جي ان نماز منجهان برطانيه کي ڪوئي خطرو ته ڪونهي؟ جنهن تي سفير جواب ۾ چيس ته هنن جي نماز منجهان برطانيه کي ڪوئي خطرو ڪونهي ان ڪانپوءِ وزير صاحب جي پريشاني ختم ٿي. جڏهن ته حقيقت هي آهي ته بجاءِ مجوسين واري نماز جي ته رب تعاليٰ جي ڏسيل صلوة جي طرف (3_2_108) سڏڻ ڪان پوءِ دنيا جي باطل طاقتن کي خطرو ٿي خطرو آهي ان ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ آيات رباني (88_87_28) سورت الڪوثر ۾ (125_16) کي غور سان پڙهيو وڃي جو فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ ۾ واضح ڳالهه آهي ته اسان جي طرفان ڏنل قرآن جڏهن تون دنيا وارن اڳيان پيش ڪندي ۽ ان جي نظام ربوبيت کي قائم ڪرڻ جي پوئواري ڪندين ته باطل وارا توسان ضرور وڙهندا پوءِ اهڙي صورتحال ۾ تون به ڇاتي کولي للڪار ڪري مقابلو ڪجانءِ جڏهن تون قرآن جي سمجهايل نظام ربوبيت لاءِ سينو کولي مقابلو ڪندين ته پڪ سان إِنَّ شَانِئَكَ هُوَ الْأَبْتَرُ (108_3) تنهنجو دشمن به پڇ لڪائي ڀڄي ويندو" انهي جنگ ۽ ويڙهه لاءِ آيت ڪريمه (125_16) ۾ صاف طرح سان رب سائين سمجهايو ته منهنجي ڏسيل نظام ربوبيت جي طرف سڏيندي ته لازمي طور جهيڙو ٿيندو ڇو جو پيٽ پريا سرمايه دار مون واري ڏسيل نظام ربوبيت (219_2) کي سولائي سان ڪونه مڃيندا ان ڪري اها جنگ به تون ادْعُ إِلَىٰ سَبِيلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُم بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ (125_16) حڪمت جي طريقي سان سهڻين نصيحتن سان سهڻي نموني جنگ وڙهڻ سان ڪٽي سگهندين" محترم پڙهندڙو! هي ويڙهه جي صورتحال تڏهن ٿيندي جڏهن اقامه صلوة جي معنيٰ قرآن جي ڏنل نظام ربوبيت واري معنيٰ ورتي ويندي پر جيڪڏهن صلوة جي معنيٰ نظام بدران پوڄا جي قسم واري باهه جي پوڄارين واري مروج نماز ورتي ويندي ته ان ۾ ڪو به جهڳڙو ڪونه ٿيندو" جنهن لاءِ مروج نماز متعلق برطانوي سفير جو پنهنجي ملڪ جي وزير کي جواب ۾ اهو ٻڌائڻ درست هئيو ته مسلمانن جي هن نماز



منجهان برطانيه کي ڪو به خطرو ناهي، پر قرآن حڪيم صلوة جي ڊيوٽي ڏيڻ سان استحصالي سامراج کي خطري جي ڳالهه ته ڪئي آهي پڙهي ڏسو آيت نمبر (10_9_96)

## عبادالرحمان

عبادت گذار ٻانهن جو قرآني تعارف رب پاڪ پنهنجي عظيم صفاتي نالي الرحمان جي نسبت سان ملائي ڳنڍيي سمجهائڻ گهريو آهي سو مختصراً پهريائين الرحمان جي معني ۽ مفهوم کي پروڙڻ به ضروري ٿيندو ان جو ترجمو جيڪڏهن آئون شاه لطيف ڀٽائي رحه جي لفظن ۾ چوان ته وڌيڪ پلو ٿيندو اهو آهي ته" پرچي ته پل پيري ڏمرجي ته به ڏئي" هاڻي انهي رحمان جي عبادت ڪندڙ ماڻهن جي عبادت ڪهڙي آهي اها رب پاڪ سورت الفرقان ۾ بيان فرمائي ٿو ته:

الَّذِينَ يَمْشُونَ عَلَى الْأَرْضِ هَوْنًا وَإِذَا خَاطَبَهُمُ الْجَاهِلُونَ قَالُوا سَلَامًا (25_63)

يعني الله رحمان جا ٻانها اهي آهن جيڪي جنهن وقت زمين مٿان گهمن ڦرن ٿا ته وڏي عاجزي نهٺائي سان هلن ٿا ايترو جو جڏهن ڪي اڻ ڄاڻ جاهل ڄٽ ماڻهو هنن سان هم ڪلام ٿين ٿا ته انهن سان به بجاءِ ڦڏي فساد جي صلح سانت واري گفتگو ڪن ٿا.(63) هن آيت ڪريمه ڪانپوءِ واري آيت سڳوريءَ ۾ الله رحمان پنهنجي ٻانهن جي عبادت جي واکاڻ ۾ ساراهه هنن لفظن سان ڪئي آهي ته:

وَالَّذِينَ يَبِيتُونَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَقِيَامًا (64)

(هن آيت ڪريمه ۾ الله پاڪ پنهنجي ٻانهن جي وصف ۽ عبادت جو تعارف پنهنجي نالي رب جي حوالي سان ڪرايو آهي ته منهنجا اهي ٻانها رات گذارن ٿا نظام ربوبيت مخلوق جي پالڻ وارن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ اطاعت ۽ فرمانبرداريءَ ۾ (50_16) (جنهن اطاعت سان نظام ربوبيت) قائم ٿئي. اڃا به هن آيت جي حوالي سان لفظ قياما جي معنيٰ ۽ مفهوم سامان

ربوبيت جي گودامن ۾ ذخيرن جي ضرورتن ۽ گهرجن مطابق پرڻ ۽ محفوظ
رکڻ ۽ ونڻ گهرجي اهو هن ڪري تہ وزارت خوراڪ ۽ فوڊ ڊپارٽمنٽ ۽
ايگري ڪلچر وارا ڏينهن جي وقت ۾ پيداوار ۽ تقسيم رزق سان لاڳاپيل
معاملا حل ڪن ٿا تہ رات جي وقت اوور ڊيوٽيون ڏيئي خالي ٿيل ذخيرن جي
پرڻ واري عمل لاءِ ڪنسلٽ ڊپارٽمنٽ ايگريڪلچر ۽ غيرملڪي واپار
واري وزارت ۽ خزاني واري وزارت سان ميٽنگون ڪري وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ
يُنفِقُونَ تي سجدن ۽ قيام سان عمل ڪن. (3_2) (64_25) سجدن جي معني
حڪمن جي بجا آوري (50_16) ۽ قيام جي معنيٰ هر وقت هوشيار آهي.

وزارت خزانہ ۽ فوڊ کاتي ۾ رشوت جا گهپلا وڏي پئماني تي ٿيندا آهن
جنهن ۾ اناج جي سمگلنگ اناج جي ڪواليٽي ۾ گهپلا باڙداني ۽
ٽرانسپوٽيشن جي اگهن پاڻ ۽ خوراڪ جي ائٽمن جي قيمتن ۾ رولا
سرڪاري مال وڪٽي ڪائي پوءِ ذخيرن کي ڪوڙي سوڙي باه ڏيئي پوءِ ان باه
جو جڙتو سبب ڄاڻائي گهپلي ڪيل مال کي ڦپائڻ لاءِ رڪارڊ ۾ ان کي
سڙيل ذخيري ۾ شمار ڪري ڇڏڻ اهي سڀ حرفتون ڪندڙ انهن افسرن لاءِ
الله جي حساب مطابق انهن کي دوزخ جي باهہ ۾ پهچائڻ واريون آهن ان
ڪري الله سائين پنهنجي آنيسٽ ٻانهن جي عبادت جي هيءَ بہ واکاڻ ڪئي
تہ انهن جو مون الله سان هڪ ڪنيڪشن هوندو آهي وَالَّذِينَ يَقُولُونَ رَبَّنَا
اصْرِفْ عَنَّا عَذَابَ جَهَنَّمَ إِنَّ عَذَابَهَا كَانَ غَرَامًا (65_25) إِنَّهَا سَاءَتْ مُسْتَقَرًّا
وَمُقَامًا (66_25) يعني الله جا مخلص عبادت گذار ٻانها هميشہ هن فڪر ۾
هوندا آهن تہ اي اسان جا رب ڦيراءِ تون اسان کان جهنم جي عذاب کي
بلاشڪ اهو چنبڙيو رهندڙ آهي بيشڪ اهو ڏاڍو بڇڙو آهي دنيا ۾ هجي
توڙي آخرت ۾ رحمان جي انهن ٻانهن جي اهڙي تہ شانائتي عبادت هوندي
جو هو جنهن وقت بہ خرچ ڪرڻ جي ڊيوٽي ڏيندا تہ هو الله جي حڪم (219_2)



جي پوري پوري تابعداري ڪندي پنهنجي گهر ۽ ٻچن جي ضرورت کان
سمورو بچت مال قرآن جي اصول تي انسانن جي ضرورتن واسطي بيت المال
فلاحي انقلابي انتظاميہ جي حوالي ڪندا. جيڪا انتظاميہ اهڙي تہ ونڊ ورڇ
ڪندي جو اجايو بہ نہ هوندي ۽ ڪنجوسي واري بہ نہ هوندي بلڪ مڪمل
طور تي مناسب ۽ وچٽري هوندي(67) ۽ رحمان جي انهن ٻانهن جي عبادت
جو اهو اعليٰ مقام ۽ معيار هن ڪري هوندو جو هو نظام سلطنت هلائڻ ۾
ڪنهن کي بہ الله ڪانسواءِ مقنن قرار ڏيئي انهن جي جڙتو قانونن تي نہ هلندا
آهن ۽ نہ ئي وري ڪنهن کي ناحق خون ڪندا آهن ۽ نہ ئي وري زنا ڪاري
جي ويجهو ويندا آهن انهيءَ ڪري جو اهڙن ڪرتوتن سبب معاشرو رجعت
پرستي طرف وڃي (تباهہ ٿي ويندو آهي. (68) آيت نمبر 67 ۾ ملڪي خزاني
جي خرچ اخراجات ۾ اعتدال جي تعليم ڏني وئي ۽ آيت نمبر 68 ۾ ان جي
حڪمت طور اهو بہ فائدو سمجهايو ويو تہ دولت جي ذخيره اندوزي ۽ غلط
خرچن جي نتيجي ۾ معاشري ۾ خونريزيون ۽ زناڪارين واري فحاشي کان
بچي سگهبو. پوءِ اڳتي آيت نمبر 69 ڪانوئي آيت نمبر 70 ۽ 71 تائين مٿي
ٻڌايل ڪرتوتن فضول خرچين. خونريزين ۽ زنا ڪارين جي نتيجي کان
آگاهہ ڪندي ٻڌايو ويو تہ اوهان جي دنياوي حياتي جي معاشرت تباہ ٿيندي
ان ڪانپوءِ ٻڌايو پيو وڃي تہ يضاعف لہ العذاب يوم القيامة ويخلد فيہ مهانا
يعني آخرت واري زندگي ۾ بہ ڊبل سزاؤن لوڙيندو جن جي اندر هميشہ هميشہ
لاءِ ذليل ۽ خوار ڪيو ويندو

إِلَّا مَن تَابَ وَآمَنَ وَعَمِلَ عَمَلًا صَالِحًا فَأُولَٰئِكَ يُبَدِّلُ اللَّهُ سَيِّئَاتِهِمْ حَسَنَاتٍ
وَكَانَ اللَّهُ غَفُورًا رَّحِيمًا (70)

يعني هائو آخرت جي رسوائي ۽ ٻيڻ چوڻ سزائن کان اهي بچي
سگهندا جن قرآن طرفان ڪين مليل تنبيهن سبب پنهنجي بڇڙن عملن کان
موٽ ڪاڌي جنهن جي نشاني هيءَ آهي تہ پنهنجي اڳين ڪرتوتن کي ڇڏي

انهن جي ازالي لاءِ هتي دنيا ۾ ئي سڌريل عمل شروع ڪيائون جن سان اڳي ڪيل براين جو ازالو ٿي وڃي ته پوءِ اهڙن ماڻهن لاءِ فرمان آهي ته الله انهن جي براين کي مٽائي نيڪين کي قبول ڪندو اهو الله جو دستور آهي ته هو بچائيندڙ مهربان ۽ ڍڪيندڙ آهي (70) ۽ جيڪي پنهنجي حياتيءَ ۾ اهڙي موٽ آڻيندا جنهن سان پنهنجي عملن کي به سڌارن تڏهن انهن جي موٽ کي قبول ڪيو ويندو. ائين ڳالهه قبول نه ٿيندي جو زبان سان ته توبه توبه ڪن پر هلن پنهنجي پراڻن ڪرتوتن تي (71) هاڻ ايندڙ آيتن ۾ الله رحمان جي ٻانهن جي عبد هجڻ ۽ انهن جي عبادت جا وڌيڪ نوان قسم ۽ اٺئم بيان ڪيا وڃن ٿا هڪ ته:

وَالَّذِينَ لَا يَشْهَدُونَ الزُّورَ وَإِذَا مَرُّوا بِاللَّغْوِ مَرُّوا كِرَامًا (72)

يعني الله رحمان جا ٻانها عدالتن ۽ جرڳن ۾ ڪڏهن به ڪوڙيون شاهديون نه ڏيندا ۽ جڏهن به بيهودگي جي ڪمن ۽ ڪرتوتن وٽان سندن گذر ٿيندو ته انهن ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ ڀائيوار ٿيڻ بدران عزت سان پاڻ بچائي نڪري هليا ويندا (72) آئون محترم پڙهندڙ ڀائرن کي اپيل ڪيان ٿو ته آيت نمبر 64 کانوٺي قرآن حڪيم الله الرحمان پنهنجي ٻانهن جي عبادت جا قسم بيان ڪندو آيو آهي ته هو زمين تي هلڻ مهل وڏائي ۽ هٺ بدران عاجزي ۽ نرميءَ سان هلڻ وارا هوندا ۽ رات جو به الله جي نظام پرورش جي تقاضائن کي مڪمل ڪرڻ لاءِ گهربل وسيلن کي ڪم آڻي ان نظام کي خود ڪفيل ۽ پاڻيرو ٿيڻ جي ڪمن ۾ مصروف گذاريندا هوندا ۽ ايڏي ساري نظام قائم ڪرڻ جي معاملي ۾ پنهنجي غلط ڪارين ۽ ڪرپشن ڪرڻ کان پنهنجا پلو بچائي هلڻ لاءِ پالڻهار سان هر وقت رابطي ۾ هوندا ۽ نظام ربوبيت جي بجيٽ کي فضول خرچي ۽ ڪنجوسيءَ سان خرچ ڪرڻ بدران اعتدال ۽ وچٿرائي واري واٽ تي عمل ڪندا (67) ۽ الله جي انهن قرآني احڪامن ۾ ڪنهن به امامي حديثن ۽ فقهن جي تعبيرن جي ملاوٽ نه ڪندا (68_25) جو جيئن زڪوة جون معنائون قرآن حڪيم ڪيون آهن



باصلاحيت (81_18) ۽ سٺي پرورش ڪيل سٺو پاليل (74_18) ۽ سورت الشمس ۾ لفظ زڪوة جي مقابلي ۾ لفظ دسها آڻي ان جي معني آهي ڏوڙ ۾ ليٿڙيل ۽ بند ڪيل پوءِ زڪوة لفظ جي فن تقابل سان هڪ معنيٰ هيءَ به سمجهائي ته گهُٽ ۽ ٻوسٽ جي ماحول ۾ رهندڙن بدران آزاد ۽ کليل ماحول ۾ پرورش پاتل قرآن حڪيم عبادت جي انهن سين قسمن کي سرانجام ڏيڻ وارن ٻانهن لاءِ انهن جو هي به تعارف ڪرايو ته اهي عبادت گذار ٻانها ايترا ته تقويٰ وارا ذهين ۽ هوشيار هوندا جو وَالَّذِينَ إِذَا ذُكِّرُوا بِآيَاتِ رَبِّهِمْ لَمْ يَخِرُّوا عَلَيْهَا صُمًّا وَعُمْيَانًا (73_25) يعني اهي ماڻهو جڏهن جو انهن اڳيان الله جون آيتون به پڙهي ٻڌايون ويندون ته انهن تي ٻوڙا ۽ انڌا ٿي انهن جي پويان هلڻ لاءِ ڪري ڪونه پوندا" (73) آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ هن آيت ڪريمه جي حوالي سان عرض ڪندس ته سوچيو ۽ غور ڪيو ته رب پاڪ پنهنجي ٻانهن جي عبادت جو هي ڪهڙو ته قسم بيان ڪيو آهي جو هو جناب رسول جي طرف نسبت ڪيل حديث ته ڇا پر الله جي قرآني آيتن ٻڌڻ کانپوءِ به انهن کي انڌن وانگر اکيون ٻوٽي جيئن جو تيئن قبول ڪرڻ کان اڳي باقاعدي ٻڌندا پوءِ بصارت سان گڏ بصيرت جي ڪسوٽيءَ تي آڻي پوءِ ان تي عمل ڪندا." مون کي ڪيئي ڀيرا ماڻهن چيو آهي ته اسان مولوي صاحبن جي واعظن ۾ قرآن جون هي هي ڳالهيون ٻڌيون آهن جيڪي هو قرآن پڙهي بيان ڪن پيا. پوءِ مون انهن جي ڳالهين تي غور ڪيو ته اهي ته امامي علمن واريون حديثون هجن پيون قرآن سان انهن جو ڪو به واسطو ڪو نه هئيو سو انهن ڳالهين جي پيش نظر به رب پاڪ هن آيت ڪريمه (73_25) ۾ مؤمن ٻانهن جي عبادت جو اهو قسم به بيان فرمايو ته اهي امامي گهڙاوتن واريون منهنجي رسول جي نالي طرف نسبت ڪيل حديثون ته ڇا پر مون الله پالڻهار جي آيتن کي به ڀرپائين غور سان ٻڌندا پوءِ عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکيندا انهي تحقيق کان اڳي منهنجي آيتن تي به انڌا ۽ ٻوڙا

تي انهن مٿان ڪري ڪونہ پوندا. الله وٽ انهن ماڻهن جي اها ريت بہ عبادت آهي، هاڻي ماڻهو مون عزيز الله جون حديثن جي ڪتابن منجهان جناب رسول جي خلاف ۽ ان جي اصحاب ڪرام تي تبرا وارين ڇپرائي ورهايل حديثن بابت وڃي مذهب جي ٺيڪيدار مولوين کان پڇندا آهن تہ مولوي حضرات انهن کي جواب ۾ چوندا آهن تہ اهي ڪتابن ۾ آهن ضرور پر اهي حديثون ضعيف آهن ۽ انهي جواب کان پوءِ بہ انهن حديثن ٺاهڻ وارن امامن جي تعريفن کان بسّ ڪونہ ڪندا آهن. الله جي قرآن جنهن لاءِ رب تعاليٰ هي سرٽيفڪيٽ بہ ڏئي ڇڏيو آهي تہ:

إِنَّ هَٰذَا الْقُرْآنَ يَهْدِي لِلَّتِي هِيَ أَقْوَمُ (17_9)

يعني مون الله جو هي ڪتاب قرآن نهايت مضبوط قانونن جي طرف هدايت ڪري ٿو هن ڪتاب جي ڪا بہ هڪڙي ڳالھ ضعيف ڪانهي پوءِ بہ مڪي مديني ڪانوٽي سڄي عالم اسلام جا ملا مولوي اندازا هزار سال کان بہ وڌيڪ عرصو قرآن بدران مجوسي امامن جي گهڙيل خلاف قرآن ڪوڙين حديثن ۽ فقهن وارو اسلام ماڻهن کي پڙهائيندا ۽ سيکاريندا پيا اچن ٿا اڳتي آيت نمبر (74_25) ۾ رب سائينءَ پنهنجي رحماني ٻانهن جي هيءَ تمنا ۽ دعا بہ بيان فرمائي تہ:

وَالَّذِينَ يَقُولُونَ رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ أَزْوَاجِنَا وَذُرِّيَّاتِنَا قُرَّةَ أَعْيُنٍ وَاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِينَ

إِمَامًا (25_74)

يعني اهي رحمان جا ٻانها مون پالڻهار کان هي مطالبو ڪن ٿا تہ اسان کي زالون ۽ اولاد بہ اهڙو تہ بخشجان جيڪو اکين جو ٺار بنجي جن جي نظرين ۽ ڪردارن سان تون اسان کي تقوي وارن نيڪوڪارن جو اڳواڻ ۽ امام بڻائج (ائين نہ ٿئي جو اسان جو اهو پويون نسل ڪريل ۽ قرآن مخالف امامي علمن جي ڪوڙين حديثن تي هلندڙ هجي)



پڙهندڙ مهربان هنن ٻارهن آيتن تي غور ڪن جن ۾ الله عزوجل پنهنجي رحمان صفت ٻانهن جي عبد هجڻ ۽ عبادت جيڪا تعريف ڪئي آهي انهن ٻارهن آيتن ۾ ڪٿي بہ اهو ذڪر ڪونهي تہ اهي ٻانها نمازون پڙهندا هوندا. روزا رکندا هوندا ۽ حج ڪندا هوندا ۽ بچت هڪ سؤ روپين تي سال ۾ هڪ پيرو اڍائي رپين ڏيڻ واري زڪوات ڏيندا هوندا. چو تہ صلوة صوم حج اهي سڀ رياست جي انتظام سان تعلق رکڻ واريون ڳالهيون ضرور آهن جن جو تعلق اسٽيٽ جي مؤمن نالي بيوروڪريسي سان آهي جن کي رب تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ يا ايهاالذين آمنوا جي خطاب سان پڪاريو آهي يعني اهي سڀ مؤمن امن جو نظام قائم ڪرڻ وارا افسر آهن جن جي ڀرتي بہ مٿي ڄاڻايل قسم جي عبادت گذار ٻانهن منجهان ڪئي ويندي اهڙيون ڀرتيون ڪرڻ جو امتحان ان جي نصاب تعليم جون هدايتون آيت نمبر (188_2) ۾ اچي چڪيون آهن. ڄاڻڻ گهرجي تہ حج اختلافي مسئلن جي نبيرڻ ۽ فيصلن ڪرڻ واري عدالت جو نالو آهي (258_2) (80_6) (66_3) پر علم حديث ٺاهڻ وارن ڪنهن هڪڙي حديث ۾ بہ حج معنيٰ ڪورٽ ۽ عدالت ڪانہ ڄاڻائي آهي ۽ صوم جنهن جي فارس جي حديثن ۽ فقهن ٺاهڻ وارن ڪوڙي معنيٰ روزو ڪري مشهور ڪئي آهي. جڏهن تہ قرآن حڪيم پاڻ پنهنجي لفظن جي ڊڪشنري هجڻ جي حوالي سان صائمين ۽ صائمات جي معنيٰ ڏسي آهي جيڪي ماڻهو پنهنجي نفساني خواهشن تي ڪنٽرول ڪرڻ وارا هجن. ان معنيٰ جي تصديق خود اڳتي ايندڙ جملي ۾ ٿي صاف ڪري ٻڌائي وئي آهي:

وَالصَّائِمِينَ وَالصَّائِمَاتِ وَالْحَافِظِينَ فُرُوجَهُمْ وَالْحَافِظَاتِ (35_33)

يعني پنهنجي مٿان ڪنٽرول ڪرڻ وارا مرد ۽ عورتون ۽ پنهنجي اگهڙن جي حفاظت ڪندڙ مرد ۽ عورتون هوئنس بہ قرآن حڪيم ۾ حڪم صوم جي افسرن مٿان فرضيت واري ذڪر ۾ ان جي ادائگي جو طريقو ٻڌايو ويو آهي فجر (صبح جو سج ايرڻ کان اڳ ۾ واري وقت) کان وٺي رات تائين

ڪائڻ پيئڻ ۽ جماع کان بند رهڻ (187_2) اتا هون بہ ثابت ٿيو تہ صوم جي معنيٰ نفساني ۽ جسماني خواهشن مٿان بندش ۽ ڪنٽرول ڪرڻ آهي جيڪا معنيٰ بہ حديثن ناهڻ وارن فجر بدران سحري ۽ ليل رات بدران مغرب ڪري ڇڏي اٿن. ۽ زڪوة جي معنيٰ جسماني ۽ ذهني پالنا آهي (19_18) (18_77) جنهن سان انسان جون گهربل سيئي ضرورتون گهر تعليم علاج کاڌو پيتو لباس وغيره پوريون ٿين پر امامي علمن جي حديثن واري ٻڌايل معنيٰ تہ سجو سال بچت مال جي چاليهين پتي مال غريبن ۾ ورهائڻ ان جو نالو زڪوة رکي ڇڏيو آهي.

## قرآن حڪيم ۾ ڪنهن هڪ بہ نمازيءَ جي جنت ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر ڪونهي.

جيئن تہ قرآن حڪيم پنهنجي لفظن جي لغت پاڻ تو سمجهائي سو ان پنهنجي نهايت عبقري اصطلاح "صلوة" جي معنيٰ فن تقابل ذريعي سمجهائي آهي تابعداري ڪرڻ ۽ پويان هلڻ (32_31_75) پر فارس جي مجوسي امامن جيڪا پنهنجي مذهب ۾ آتش پرستي واري نماز جي نالي سان باه جي پوڄا ڪندا آهن جيڪا انهن جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام جي جمڻ ۽ نبوت ملڻ کان ڪيئي سؤ سال اڳي پنهنجي زردشتي دين ۾ ايجاد ڪئي هئي ان مجوسي پوڄا کي اسلامائيز ڪرڻ خاطر عربي لفظ صلوة جي ترجمي طور مشهور ڪري ڇڏي اٿن هاڻي آئون شيعن، سنين، اهل حديث وهابين ديوبندين، بريلوين، بوهرين اسماعيلي خوجن سڀن کي چئلنج ڪيان ٿو تہ سموري قرآن ۾ جيڪو نوانوي ڀيرا لفظ صلوة استعمال ٿيو آهي ان جي معنيٰ جيڪڏهن انهن جي حديثن مطابق مروج نماز آهي تہ ڪنهن هڪ بہ هنڌ ثابت ڪري ڏيکارين تہ ڪنهن هڪڙي بہ نمازي ماڻهوءَ جي جنت ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر قرآن ۾ ڪيڏي ڏيکارين؟! جڏهن تہ قرآن واري ڊڪشنريءَ مطابق صلوة جي معنيٰ اصلاح رعيت خاطر ڏنل نظام جي



تابعداري ۽ پيروي ڪرڻ آهي ڇو جو ان قرآن واري صلوة سان گڏ ڪيئي ڀيرا مِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ جو ذڪر آهي يعني صلوة قائم ڪرڻ وارا ماڻهو رزق جا مايا ورهائيندا ۽ ڪيئي ڀيرا قرآن ۾ اقيموا الصلوة جي حڪم سان گڏ آتوا الزڪوة جو حڪم بيان ڪيل آهي جنهن جي بہ معنيٰ اها ثابت ٿئي ٿي تہ صلوة جو نظام اهڙو تہ قائم ڪيو جنهن سان رعيت ۾ آتوا الزڪوة جي ذريعي ماڻهن جي پرورش جو سسٽم ۽ رواج برپا ٿئي سو هر شخص غور ڪري ٻڌائي تہ رزق جي ورهاست ۽ پالنا جي ضرورتن علاج-تعليم گهر ڏيڻ وارين شين سان معاشري جي ماڻهن ۾ جيڪا خوشحالي ۽ روشن خيالي ۽ تعليمي ترقي ايندي ۽ سڌارا ايندا اهو ان سان اصلاح جو ڪيڏو تہ وڏو ڪم ٿيندو جنهن سان معاشري جي ماڻهن جا جڏهن معيشت ۽ معاشرت جا مسئلا حل ٿيل هوندا تہ پوءِ هو آمنوا وعملوا الصالحات جي منشور تي هلڻ لاءِ ڪيئن نہ ڪوشان رهندا، جنهن انهيءَ منشور تي دنيا ۽ آخرت جي زندگي جنت نظير بنجڻ جي قرآن گارنٽي ڏني آهي. ورنہ صلوة بمعني نماز سان قرآن ۾ هڪ بہ نمازيءَ جي جنت ۾ داخل ٿيڻ جو ذڪر ڪونهي ڪو هجي ڪو امامي حديثن ۽ فقهن جو پيروڪار جو اها ڳالهہ ڪنهن هڪ بہ هنڌ ثابت ڪري ڏيکاري نہ تہ:

وَالَّذِينَ آمَنُوا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ سَنُدْخِلُهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ

(4_57)

جهڙين خوشخبرين کان قرآن ڀريو پيو آهي سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ صلوة بمعني نماز اهو انفرادي عمل آهي ۽ صلوة بمعني رعيت جي ماڻهن جون حالتون سڌارڻ لاءِ قرآن جي ڏنل نظام جي تابعداري، ڪرڻ اهو اجتماعي عمل آهي جنت واري زندگي دنيا ۾ توڙي آخرت ۾ اجتماعي سڌارن وارن عملن سان وجود ۾ ايندي آهي جڏهن تہ انفراديت پسندي، ۽ ذاتي غرضن ۽ مفادن وارن عملن سان دنيا ۽ آخرت جا سڀ معاشرا دوزخ

مثل هوندا آهن. هن جدول کي سمجهڻ لاءِ قرآني سماجيات ۽ قرآني سوشيالاجي تي غور ڪرڻ گهرجي جيڪو اقيموالصلوة ۽ آتوا الزڪوة جي صيغن ۾ جمع جو صيغو استعمال ڪيو ويو آهي انهيءَ جي معنيٰ آهي اهڙو نظام قائم ڪيو جنهن سان سڀن جي سارسنڀال ٿئي جنهن سان سڀن جون سماجي معاشي ۽ معاشرتي ضرورتون پوريون ٿين ائين نه ٿئي جو نماز جي عمل مطابق الله سان انفرادي ميٽنگ ڪجي جنهن ۾ اجتماعي فلاح جي ڪابه ايجنڊا يعني صلوة واري قرآني ميٽنگ وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ مثل ڪو به سيمنار ۽ ڪانفرنس نه هجي (4_43) محترم پڙهندڙ ڀائرو ۽ ڀينرو! فارس جي مجوسي امامن جيڪو حديث جو علم ٺاهي ان جي روايتن جي ڪوڙي نسبت جناب خاتم الانبياءَ عليه السلام طرف ڪري ڇڏي آهي ان علم جي اندر انهن قرآن حڪيم جي تفسير جي دعوي ڪرڻ باوجود ڪا هڪڙي به اهڙي حديث ڪانه آندي آهي جنهن ۾ انهن جناب رسول عليه السلام کي قرآن واري تعارف مطابق حڪمران ۽ ان جي قائم ڪيل حڪومت جو منشور قرآن کي قرار ڏنو هجي. (4_105) سموري قرآن ۾ جنت لفظ پنهنجي مختلف شڪلن ۾ تقريباً ڏيڍ سو ڀيرا استعمال ٿيو آهي جن سمورن استعمال جي ڀيرن ۽ موقعن ۾ جنت ۾ داخل ٿيڻ وارن لاءِ هڪ ڀيرو به لفظ صلوة ۽ مصلي جو استعمال نه ٿيو آهي پوءِ جيڪڏهن صلوة جي معنيٰ نماز ۽ نمازي قرار ڏني ويندي ته پوءِ ڪو به مولوي مولانا ثابت ڪري ڏيکاري ته نمازي ماڻهو جو جنت ۾ وڃڻ جو ڇو ذڪر ڪونه ڪيو ويو آهي ۽ قرآن ۾ اها ڪهڙي آيت آهي جنهن جي اندر نمازن پڙهڻ وارن کي جنت ۾ داخل ٿيڻ جي ڪا پرمنٽ ملندي يا مليل هجي پر جيڪڏهن قرآن حڪيم ۾ استعمال ٿيل لفظ صلوة جي معنيٰ نماز بدران اصلاح رعيت واري نظام قائم ڪرڻ واري معنيٰ ورتي ويندي ته ان سان اقيموا الصلوة وارا مصلي سڀ جو سڀ وَالَّذِينَ آمَنُواْ وَعَمِلُواْ الصَّالِحَاتِ أُولَـئِكَ أَصْحَابُ الْجَنَّةِ (2_82) جهڙين



ڪئي سارين آيتن مطابق جنت ۾ داخل ٿيندا, ليڪن صلوة بمعني نماز پڙهڻ وارن لاءِ سڄي قرآن ۾ انهن نمازين جي جنت ۾ داخل ٿيڻ جو ڪٿي به ذڪر ڪونهي.

## علم حديث ٺاهڻ وارن جي صلاة بمعني نماز شرڪ جي معنيٰ ۾ آهي

علم حديث ٺاهڻ وارن وٽ جناب خاتم الانبياءِ به باه جا پوڄاري هوا, امام بخاري پنهنجي ڪتاب نام نهاد الصحيح البخاري جي ڪتاب الصلوة جي باب نمبر 292 ۾ امام زهريءَ جي هڪڙي حديث آڻي ان ۾ جناب خاتم الانبياءِ عليه السلام کي به مجوسي ۽ آتش پرست ثابت ڪيو اٿس. پهرين ڳالهه ته امام بخاري وٽ صلوة جي معنيٰ هر قسم جي بت پوءِ اهو پٿر ڪاٺ ۽ مٽي جو هجي يا قبرن جي اهڙي پوڄا پاٺ هجي جنهن منجهان دل ۾ ارادو ڪيو ويو هجي الله جي رضامندي جو ته امام بخاريءَ جي عقيدي مطابق اهڙا سڀ عمل صلوة جي معنيٰ ۾ شامل آهن جيڪي سڀ جائز آهن. پڙهندڙ مهربان منهنجي هن دعوي جي ثبوت لاءِ امام بخاريءَ جي الفاظن تي غور فرمائين. من صلى و قدامه تنوراو ناراو شيء مما يعبد فاراد به وجه الله عزو جل. يعني جنهن به شخص صلوة پڙهي يعني نماز پڙهي ۽ اڳيان ان جي تنور هجي يا باه هجي يا اهڙي ڪابه شيءِ هجي جنهن جي سامهون رکڻ منجهان الله جي رضامندي حاصل ڪرڻ جو ارادو هجي. محترم پڙهندڙو! امام بخاريءَ پنهنجي هن ترجمة الباب يعني عنوان ۽ سرخي جوڙڻ ڪانپوءِ امام زهريءَ جي هڪ گهڙيل حديث آندي آهي ته عرضت على النار وانا اصلى يعني آئون (الله جو نبي) نماز پڙهي رهيو هئس اهڙي حال ۾ جو منهنجي اڳيان باه پيش ڪئي وئي. هتي هاڻي علم حديث جي ٻن ناليوارن امامن بخاري ۽ زهريءَ جي زهريلي حديث ۽ عقيدي تي غور ڪيو وڃي جو امام بخاريءَ هي ثابت ڪري ڏنو ته قرآن جي اهم اصطلاحي لفظ صلوة جي معنيٰ مجوسي

مذهب وارن جي باه جي پوڄا ڪرڻ واري نماز آهي ۽ اها صلوة ۽ نماز باه کي سامهون رکي يا تنور کي سامهون رکي يا هر انهيءَ شي کي سامهون رکي پڙهي سگهجي ٿي جنهن کي نماز پڙهڻ مهل انهن جي پوڄا ڪرڻ مهل اهڙي عمل سان ماڻهو الله جو رضامند و طلب ڪندا هجن ته اهڙو عمل جائز آهي امام بخاري پنهنجو اهڙو نظريو پيش ڪرڻ کان پوءِ ان جي ثابت ڪرڻ لاءِ دليل ۾ امام زهريءَ جي حديث آندي آهي ته (معاذ الله استغفرالله) جناب نبي عليه السلام به باه کي اڳيان رکي ان جي پوڄا ڪئي آهي. محترم پڙهندڙ پائرو! الله عز و جل پنهنجي عظيم ڪتاب قرآن حڪيم ۾ جنهن اهم اصطلاحي جملي اقيموا الصلوة سان انسانن جي رهنمائي فرمائي آهي ان ۾ پابند بنايو اٿس ته خبردار اوهان جي صلوة ۾ اوهان جي پيش نظر الله کانسواءِ ڪنهن به باهه نڪر پٿر بت يا قبر جو تقدس نه هجڻ گهرجي

مُنِيبِينَ إِلَيْهِ وَاتَّقُوهُ وَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَلَا تَكُونُوا مِنَ الْمُشْرِكِينَ (30_31)

يعني اوهان جا فڪر نظريا سوچون سڀ جو سڀ مڪمل طور تي الله جي طرف مڙيل هجن ان جي دربار ۾ ڪنهن به ايري غيري جي تقدس ۽ ان جي سفارش جو تصور به نه هجي جيئن مڪي جا مشرڪ به امام بخاريءَ جهڙو مٿي ڄاڻايل نظريو رکندا هوا ته ما نعبدهم الا ليقربونا الى الله زلفیٰ (3_39) يعني بتن جي پوڄا براه راست انهن کي معبود قرار ڏيئي نٿا ڪيون بلڪ انهن کي صرف هن خاطر پوڄيون ۽ رڪوع سجدا ڪيون ٿا ته انهيءَ پوڄا منجهان الله جي ويجهڙائي حاصل ڪجي پر رب تعاليٰ انهن مشرڪن جي اهڙي امامي نظريي ۽ دليل کي به رد ڪندي فرمايو ته:

وَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَلَا تَكُونُوا مِنَ الْمُشْرِكِينَ (30_31)

يعني الله جي صلوة واري حڪم ڪيل عمل کي بطور هڪ نظام جي قائم ڪري ان جي پٺيان هلڻو آهي وَلَا تَكُونُوا مِنَ الْمُشْرِكِينَ انهي نظام ۾ به امامي نظريڻ وارن فقهن ۽ سوچن کي ناهي شريڪ ڪرڻو ۽ ناهي ملائڻو



جيئن هاڻي اوهان امام بخاريءَ جي ڪتاب الصلوة واري عنوان ۾ صلوة بمعني باه ۽ بتن جي پوڄا پڙهي ڏٺي" امام بخاري طرفان بتن قبرن ۽ باه جي عبادت کي جائز بنائڻ کانپوءِ پڙهندڙ مهربان قرآن حڪيم جي هن حڪم تي به غور ڪندا هلو ته

مَا كَانَ لِبَشَرٍ أَن يُؤْتِيَهُ اللَّهُ الْكِتَابَ وَالْحُكْمَ وَالنُّبُوَّةَ ثُمَّ يَقُولَ لِلنَّاسِ كُونُوا عِبَادًا لِّي مِن دُونِ اللَّهِ وَلَٰكِن كُونُوا رَبَّانِيِّينَ بِمَا كُنتُمْ تُعَلِّمُونَ الْكِتَابَ وَبِمَا كُنتُمْ تَدْرُسُونَ (3_79)

يعني الله جي طرفان ڪنهن به انسان کي اجازت ناهي ته جڏهن ان کي الله صاحب ڪتاب بڻائي حڪمراني ڏئي نبوت ڏئي ته پوءِ هو ماڻهن کي چوي ته توهان منهنجا ٻانها ٿيو. منهنجي عبادت ڪيو ڏسو قرآن نبين ۽ رسولن کي به روڪي ٿو ۽ بندش وجهي ٿو ته هو ماڻهن کي پنهنجي عبادت ڪرڻ کان روڪين ۽ الله کان سواءِ سندن سميت ٻئي ڪنهن جي به عبادت جي اجازت نه ڏين پر حديثون ناهيندڙ امام باه نڪر، پٿر ۽ بتن جي عبادت جي به پنهنجي حديثن ۾ پرمنٽ ڏيو وينا آهن هاڻي ڪير سوچي ته قرآن جي تفسير ڪرڻ جي نالي تي حديثون ناهڻ وارا اهي امام اصل ۾ پاڻ ڪير آهن!!؟

## مسلمانو هاڻي ته قرآن ڏي اچو:

اسان جنهن جنهن به مسلمان کي قرآن حڪيم جي حوالن سان دين جون ڳالهيون ۽ مسئلا ٻڌايا آهن انهن حديثن جي امامن جي دينداري ۽ بزرگي جي حيران ڪندڙ تقوي ۽ پرهيزگاري جا قصا بيان ڪندي چيو آهي هن مرتبي وارا امام ڪڏهن به ڪوڙ نٿا ڳالهائي سگهن اوهان انهن جي مقابلي ۾ ڪاٻه حيثيت نٿا رکو آهڙن الله وارن خلاف ڳالهايو ٿا اوهان جو ته ايمان به ختم ٿي چڪو هاڻي جڏهن اسان امت وارن کي ڪتاب بخاريءَ منجهان امام

زهري ۽ امام بخاريءَ جا نظريا باه جي پوڄا ڪرڻ جي جائز هجڻ جا بتن قبرن نڪرن پترن جي پوڄا ڪرڻ جي جائز هجڻ جا بيان ڪيا آهن ڇا انهن ڳالهين ڪانپوءِ بہ اوهان اڃان هي حقيقت نہ سمجهي سگهيا آهيو تہ شروع اسلام جي زماني ۾ قرآن دشمن سازشي طاقتن پنهنجي دانشورن کي امامت جا برقعا پارائي هڪڙن کي شيعو بنائي هڪڙن کي اهل سنت بنائي انهن ذريعي هٿ نوڪيون رسول جي نالي مبارڪ تي حديثون مشهور ڪرائي قرآن خلاف پنهنجي پراڻي باه جي پوڄا واري ڌرم بت پرستي واري مذهب کي جياري قرآن اڳيان بند ٻڌڻ جي سازش ڪئي آهي؟

قرآن مخالف حديثن پيش ڪرڻ مهل ماڻهو اسان کي چوندا آهن تہ اهي حديثون جيڪي اوهان ٻڌايو ٿا اهي ضعيف آهن بيون سڀ صحيح آهن سو حديثن صحيح ۽ ضعيف هجڻ جو تعلق تہ حديث جي راوين واري سند تي هوندو آهي پر هتي تہ اسان اوهان کي ڪتاب بخاريءَ جو تيار ڪندڙ جوڙيندڙ امام بخاريءَ جو پنهنجو نظريو ۽ عقيدو باه ۽ بتن جي پوڄا ڪرڻ کي جائز سڏڻ وارو پيش ڪيو آهي هاڻي ان ڪانپوءِ بہ حديثن ذريعي قرآن جو معنائون ڦيرائڻ واري تحريڪ کي ۽ دشمنن جي قرآن دشمن سازش کي سمجهڻ ۾ ڪهڙي ڳالهہ پوئتي بچي آهي؟ انهن امامن جي اسلام دشمنيءَ بابت باقي ڪهڙي شڪ شبهي واري ڳالهہ پوئتي رهي آهي. اهڙين سين ڳالهين ڪانپوءِ بہ امت جا پلايل انسانو قرآن ڏي چو ڪونہ ٿا اچو!!!؟

محترم پڙهندڙيائر ۽ ڀينر! اوهان امام بخاري جي نظريي ۽ امام زهريءَ جي گهڙيل حديث منجهان سمجهي ويا هوندا تہ هي اهل فارس جا امام سڏجندڙ ماڻهو اسلام جو چوغو پائي ڪيئن تہ امامت جي خول ۾ ڀروپيا بنجي بت پرستي کي جائز بنائڻ لاءِ صلوة بمعني نماز بنائڻ ڪانپوءِ جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام کي بہ پنهنجي باه جي پوڄا واري مذهب مجوسيت جو پيروڪار ثابت ڪري رهيا آهن. سو الله عز وجل جي طرفان قرآن حڪيم جي متن ۽ ٽيڪسٽ جي حفاظت جي ذميداري کڻڻ سبب (15_9)



فارس جي حديث ٺاهيندڙ بخاري، مسلم، ابن ماجہ نالي امامن قرآن حڪيم جي اندر متن قرآن جي اندر حڪمن ۽ آيتن جي گم ٿيڻ ۽ ضائع ٿيڻ جون حديثون گهڙي اهي پنهنجي ڪتابن ۾ شامل ڪيون آهن جن جا حوالا، پڙهندڙ مهربان منهنجي ڪتابن "قرآن مهجور" ۽ فتنہ انڪار قرآن ڪب اور ڪيسي" ۾ پڙهي سگهن ٿا. پر اهي امام جڏهن پنهنجي مقصد تحريف الفاظ قرآن ۾ بري طرح ناڪام ٿيا تہ پوءِ هنن قرآن حڪيم جي اهم اصطلاحي الفاظن جي معنائن ۾ تحريف ۽ تبديل مٿان زورلاتو جنهن ۾ هو ماڻهن کي ميڄائڻ ۾ ڪافي حد تائين ڪامياب ٿيا آهن جنهن ڪاميابيءَ تي فخر ڪندي رومي صاحب فرمائي ٿو تہ:

ما از قرآن مغز را برداشتيم
استخوانها را پيش سگاں انداختيم

"يعني اسان (پنهنجي معنوي تحريفن سان) قرآن منجهان ڪرِيم ۽ مغز قسم جون ڳالهيون ڪڍي ڇڏيون آهن ۽ هڏن مثل شيون ڪتن لاءِ اڇلائي انهن اڳيان ڦٽيون ڪيون آهن.

محترم پڙهندڙو! رب تعاليٰ جيئن تہ پنهنجي آخري نبي ۽ ان طرف نازل ڪيل آخري ڪتاب جيڪو انسانن مٿان حڪومت هلائڻ ۽ حڪومت جي منشور طور نازل ڪيو آهي ۽ ان جي اهم اصطلاحن سان حڪمرانيءَ جون واٽون ڏسيون آهن جن تي عمل ڪرڻ سان صدين ۽ هزارن سالن جون غلام ساز بادشاهتون ڊاهي پٽ ڪيون ويون ۽ ماڻهن جي ڳچين منجهان غلاميءَ جا ڳٽ ٽوڙي ڪين آزاديون وٺي ڏنيون ويون هئيون (7_157) انهن عبقري اصطلاحن منجهان هڪ اهم اصطلاح آهي اقيموا الصلوة جي جنهن جي معنيٰ مفهوم آهي تہ قرآن جي ڏنل نظام جي اهڙي تہ تابعداري ۽ پوئواري ڪيو جنهن سان خلق خدا کي روزي رزق سميت جملہ سامان پرورش ملي (2_3) (22_41) يعني لفظ صلوة جي معنيٰ تابعداري ۽ پوئواري

(32_31_75) سان گڏ هڪ قسم جي نهايت پابنديءَ واري ڊيوٽي بہ هئي ۽ آهي (4_103) اهڙي طرح سان قرآن حڪيم جون بيون بہ اصطلاحون مثال، صبر، شڪر، صوم، حج، زڪوة، مسجد، طواف، اعتڪاف، صفا، مروه ۽ اهڙيون بيون بہ ڪيتريون ساريون اصطلاحون جن جون اصلي معنائون علم حديث ۽ امامي فقهن ذريعي بگاڙيل معنائون ۽ انهن جو قدري مختصر تفصيل مون پنهنجي ڪتاب "قرآن جو فرمان" ۾ لکيو آهي، انهن جي پڙهڻ کانپوءِ صحيح خبر پوندي تہ رومي پنهنجي دعويٰ ۾ ڪيترو تہ سچو آهي يعني واقعي فارس وارن قرآن منجهان ڪريم ۽ مغز ڪيڻ لاءِ امامي علمن ذريعي ڪيتري تہ معنوي تحريف ڪئي آهي، ڇاڻ گهرجي تہ خالص قرآني تعليم تي اسلامي انقلاب هڪ سو ٽيهہ ٻٽيهہ سال کن هليو اهو دور بنو اميہ جو هئو انهن جي مقابلي ۾ بنو عباس ۽ بنو هاشم گڏجي ڪري آل رسول جي نالي ۽ استحقاق سان اقتدار تي قبضي ڪرڻ جي تحريڪ هلائي جڏهن تہ قرآن، نبي کي آل ملڻ کان انڪار ڪري ٿو. (33_40) جنهن تحريڪ ۾ هو 132 هجري کانپوءِ بنو عباس جي اقتدار تي اچڻ کان پوءِ وڃي ڪامياب ٿيا پوءِ بلادير انهن قرآن حڪيم کي مسند اقتدار ۽ قضا تان هٽائي معزول ڪري ان جي جاءِ تي ايتري عرصي ۾ هنن اندر گرائونڊ جيڪو علم حديث گهڙي تيار ڪيو هئو ان کي تخت تي آڻي دين اسلام جا سڀ معاشي معاشرتي جاگيرداريت ۽ سرمايہ داريت کي فروغ ڏيڻ وارا مسئلا قرآن بدران امامي روايتن ۽ انهن منجهان تيار ڪيل فقهن تي هلائڻ شروع ڪيا جيڪو اهو سلسلو قرآن کان بائيڪاٽ جو اڄ تائين جاري آهي شروع واري قرآني دور اقتدار ۾ 132ع هجري سال تائين قرآن واري معاشي برابري هئي (53_41) غلاميءَ مٿان بندش هئي (8_67) (4_47) عورتن جا حق مردن جي برابر هوا (2_228) عورتن مٿان ڏاڍ ۽ جبر سان پنهنجا فيصلا مڙهڻ مٿان بندش هئي. (4_19) لڙاين ۾ وڏي پيماني تي مردن جي قتل ٿيڻ ۽ وڏي تعداد ۾ عورتن جي بيواهہ ٿي وڃڻ جهڙي ايمرجنسي ۾ عورتن جي واهر ۽ سنڀال لهڻ



جي مقصد لاءِ تہ هڪ مرد کي چئن عورتن تائين نڪاح ۾ رکڻ جي عارضي ۽ عدل جي شرط سان اجازت ڏني وئي. (4_3) پر عام حالتن ۾ هلندڙ دور ۽ نارمل حالتن ۾ سدائين لاءِ مرد کي صرف هڪڙي عورت کي نڪاح ۾ رکڻ جو قانون آهي هڪ کان وڌيڪ زالون رکڻ جي اجازت ناهي تي عمل رهيو (4_20) آئون قرآن حڪيم جا انسانيت دوست ڪيترا قانون هٽ ڳڻايان مطلب تہ قرآن کي اقتدار کان هٽائڻ کانپوءِ علم حديث وارن وري غلاميءَ کي جائز قرار ڏنو وري عورتن مٿان مردن جي جبر ۽ ڏاڍ کي آيت ڪريمہ الرجال قوامون علي النساءَ (4_34) جي غلط ترجمي سان صوبيدار بنائي ڇڏيو ۽ وري عام حالتن ۾ بہ هڪ کان وڌيڪ زالون رکڻ کي جائز قرار ڏئي ڇڏيو مطلب تہ علم حديث جي، مخالف قرآن روايتن جو ڪاتوئي ڪونهي.

## فارسي امامن پنهنجي گهڙيل فقہ ۽ حديثن ۾ صلوة جي معنيٰ نماز ڪئي آهي.

قرآن حڪيم نهايت ڪليل پڌرو ۽ الله حڪيم ۽ خبير طرفان تفصيل ڪيل ڪتاب آهي. قرآن حڪيم ۾ "صلوة" جو لفظ نوانوي ڀيرا استعمال ٿيو آهي جنهن جي معنيٰ قرآن جي ڏسيل نظام رياست جي تابعداري ڪرڻ آهي. مجوسين جي باهہ جي پوڄا لاءِ ناهيل نماز ناهي جيڪا هو جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام جي ولادت مبارڪ ۽ نبوت کان سوين سال اڳ ۾ باهہ اڳيان پڙهندا هوا. سو جيڪڏهن هن قرآني اصطلاح صلوة جي معنيٰ قرآن واري ڏنل نظام جي تابعداريءَ بدران مروج نماز آهي تہ پوءِ هڪ ڀيرو بہ لفظ صلوة سان گڏ قرآن ۾ بانگ ڏيڻ جو ذڪر موجود ناهي ۽ هڪ ڀيرو بہ لفظ صلوة سان گڏ مسجد جو ذڪر ڪونہ آهي جيڪڏهن صلوة جي معنيٰ نماز آهي تہ سموري قرآن ۾ بجاءِ اقيموا جي ان سان گڏ پڙهڻ جو لفظ اقرؤ ڪونهي سموري قرآن ۾ لفظ صلوة سان گڏ جماعت جي شڪل ۾ صفون ٻڌڻ

جو ذڪر ڪونهي سموري قرآن ۾ صفن ۾ٽڻ ۽ صفن ڪان اڳ ۾ ڪنهن تنخواهہ يا بي تنخواه ملا مولويءَ کي پيش امام بنائي بيهارڻ جو ذڪر ڪونهي، سموري قرآن ۾ الله جي ذاتي نالي مبارڪ جي 98 صفاتي نالن سان تعريف ڪئي وئي آهي جن سڀن صفتن ۾ ڪنهن هڪڙي بہ هنڌ الله جي اسم ذات جي صفت اڪبر، اسم تفضيل جي صيغي سان ڪانہ بيان ٿي آهي ان ڪري تہ اسم تفضيل جي لازمي خاصيت آهي تہ ان معنيٰ وارو ڪوئي ننڍو فرد اصل موصوف جي مقابلي ۾ هجڻ گهرجي سو جيڪو جملو الله اڪبر بانگ سميت نماز جي سڀن ارڪانن جي متاستا مهل چيو ويندو آهي تہ اهو شرڪيہ جملو ٿيو يعني الله اڪبر چوڻ ڪانپوءِ ڪو ٻيو الله اصغر يعني ننڍو الله بہ مڃڻو پوندو سو انهيءَ سبب ڪري بہ الله عزو جل سموري قرآن ۾ پنهنجي نالي سان گڏ اڪبر واري صيغي کي بطور صفت جي استعمال نہ ڪيو آهي چو تہ ائين چوڻ سان هڪ طرف شرڪ بہ ٿي پوندو ۽ ٻئي طرف الله جي بي مثال وحدانيت بہ ٽٽي پوندي. هن گذارش منجهان ثابت ٿيو تہ بانگ ۽ نماز ۾ چيو ويندڙ جملو الله اڪبر اهوئي قرآن جي خلاف آهي ۽ شرڪيہ جملو آهي.

## قرآن فهميءَ لاءِ بنيادي شرط:

پهريائين تہ لفظ انسان جي معنيٰ سمجهڻ گهرجي جيڪا هي آهي تہ ورو ۽ وندر واري معاشرت. انهيءَ معنيٰ کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ سماجيات ۽ علم سوشيالاجي کي بہ سمجهڻ گهرجي، ۽ لفظ جن بہ انسان جو ئي نالو آهي. (6-72) پر انسانن جي انهيءَ قسم ۽ حصي کي جن ان ڪري سڏيو ويو آهي جو اهي شهري اجتماعي زندگي کان ڪٽيل ۽ لڪل جابلو ۽ صحرائي علائقن جا رهواسي هوندا آهن. سورت الجمعہ ۾ جيڪو فرمان آهي تہ

يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِذَا نُودِيَ لِلصَّلَاةِ مِن يَوْمِ الْجُمُعَةِ فَاسْعَوْا إِلَىٰ ذِكْرِ اللَّهِ وَذَرُوا

الْبَيْعَ ذَٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ (62-9)



هن آيت ڪريمہ ۾ تصريف آيات جي هنر سان گهٽ ۾ گهٽ پنجن لفظن کي سمجهڻو پوندو. هڪ آمنو ٻيو صلوة، ٽيون يوم الجمعہ، چوٿون ذڪر الله پنجون ذروا البيع. آئون انهن جي سموري تفصيل بدران مختصر معنيٰ پيش ڪرڻ ڪافي سمجهان ٿو آمنوا جي هڪڙي معنيٰ آهي حڪومت جي بيورو ڪريسي (7-57) صلوة جي هڪڙي معنيٰ آهي نظام حڪومت لاءِ مليل قانون جي تابعداري (73-4) يوم الجمعہ جي هن جاءِ تي معنيٰ آهي سرڪاري حڪمران جي ڪليل ڪچهري واري ميڙاڪي جو وقت (62-9) هونئن لفظ جمع جي معنيٰ آهي ميڙڻ گڏ ڪرڻ، گڏ ٿيڻ، پر هن آيت ڪريمہ ۾ سرڪاري ميڙاڪو ميٽنگ، ڪانفرنس ڪليل ڪچهري وغيره آهي. جيڪا معنيٰ عبارت جي سياق ۽ سباق منجهان ثابت ٿئي ٿي. (38-26) ذڪر الله جي هن آيت ۾ معنيٰ آهي رياست جا قانون (45-29) ذروا البيع جي معنيٰ آهي وقت جي حاڪم طرفان ملڪ ۽ شهر جي مسئلن بابت قائم ڪيل ڪانفرنس ۽ کلي ڪچهري ۾ شرڪت لاءِ بازار بند رکڻ. هتي آئون پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض ڪيان ٿو تہ هي معنائون اوهان کي تڏهن سمجهہ ۾ اينديون جنهن وقت اوهان آيت ڪريمہ

إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَا أَرَاكَ اللَّهُ وَلَا تَكُن

لِّلْخَائِنِينَ خَصِيمًا (4-105)

جي معنيٰ مفهوم کي چڱي طرح سمجهيا هوندا. جيڪا هي آهي تہ بيشڪ اسان تنهنجي طرف هي ڪتاب حق سان نازل ڪيو آهي هن لاءِ تہ تون حڪومت ڪرين ماڻهن ۾ الله جي ڏنل بصيرت مطابق ۽ اهڙي وقت خيانت ڪندڙ ماڻهن جي ڏر نہ ٿجانءِ "مطلب تہ قرآن الله جي طرفان نازل ٿيل آهي ۽ علم وحي جا سڀ ڪتاب ۽ انهن ڪتابن آڻڻ وارا سڀ انبياءَ ڪرام پنهنجي پنهنجي دور جا انقلابي ۽ سياسي حڪمران رهيا آهن جن کي جاگيردارن سرمايہ دارن ۽ خانقاهي ايجنٽ مافيا جي خلاف قريل ۽ غلام

بنايل ماڻهن کي آزادي ڏيارڻ لاءِ الله جي طرفان موڪليو ويو هو. دنيا جي تاريخ لکندڙ بادشاهي قلمڪار نوڪرن سين نبين جي انقلابن جي تاريخ لکڻ ۾ انهن سان وڏيون بي انصافيون ڪيون آهن سو اهڙي طرح ڪتاب قرآن حڪيم جي فڪري ۽ نظرياتي حڪومت جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام جي وفات کانپوءِ مشڪل سان سو سواسو سال يعني بنو اميہ جي دور تائين هلي آهي بنو اميہ کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ جڏهن تہ قرآن جي حڪومت کي شڪست ڏني وئي ۽ انهن کان پوءِ بنو عباس جي دور ۾ امامي برقعن ۾ فارس جي دانشورن جيڪو علم حديث جي نالي سان جنهن جي روايتن جي ڪوڙي نسبت جناب رسول جي نالي مبارڪ ڏي ٿيل آهي انهن جعلي ۽ ڪوڙين حديثن کي مسند قضا ۽ اقتدار تي آندو ويو پوءِ ان علم سان قرآن کي حڪومتن جي سياسي منشور بدران تعويذن ڦيٽڻ ۽ درودن جو ڪتاب بڻايو ويو جو اڄ تيرهن سو سالن تائين قرآن جون رواياتي حربن واريون معنائون هلنديون پيون اچن سو اهڙن امامي ۽ رواياتي علمن جون پڳون پاتل دستاربند مولوي صاحبان

إِذَا نُودِى لِلصَّلَاةِ مِن يَوْمِ الْجُمُعَةِ فَاسْعَوْا إِلَىٰ ذِكْرِ اللهِ وَذَرُوا الْبَيْعَ (62_9)

جي معنيٰ حڪومت طرفان معاشي معاشرتي مسئلن جي حل لاءِ سڏايل ڪلي ڪچهري ۽ ڪانفرنس جي بدران جمعي جي نماز نہ ڪندا تہ ٻي ورِي ڪهڙي معنيٰ ڪندا؟

هفتي جي ستن ڏينهن منجهان هڪڙي ڏينهن کي جمعي جو ڏينهن نالو ڏيڻ بہ علم حديث ٺاهڻ وارن جو ڪرشمو آهي.

بلڪ سڄي هفتي جي ڏينهن منجهان هنن حديثن ٺاهڻ وارن آچر جي ڏينهن ان خميس تائين ڳڇپ وارن نالن کي تہ اصلي حالت تي باقي رکيو يعني احد. اثنين اربعہ خميس. ان کان پوءِ باقي ٻن ڏينهن کي سادس، سابع سڏڻ بدران جمعہ ۽ سبت سڏي مشهور ڪيو اٿن ڇهين ڏينهن کي جمعي جو نالو هن ڪري ڏنائون جو ان سان قرآن ۾ صلوة يوم الجمعہ جي ندا تي



سياسي ڪانفرنسون ڪرڻ جو حڪم مليل پيو سو بہ ايڏي اهتمام سان جو ڪاروبار ۽ ڌنڌا بند ڪري ماڻهن کي ان ۾ شريڪ ٿيڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي (62_9) سو هنن امامي مافيا وارن جو اسلام ۾ داخل ٿيڻ جو اصل مول متو تہ قرآن کي غير سياسي ڪتاب بنائڻ جو هئو جيڪو انهن معنوي تحريفن ذريعي ڪيو بہ آهي. ۽ ستين ڏينهن کي سابع جي انگ سان سڏڻ بدران سبت نالو ڏيڻ. جو مقصد هي هئو تہ انهن پنهنجي قرآن دشمن اتحاد ثلاثہ جي ساٿي يهودين جو هي خيال ڪيو تہ هو هفتي ۾ هڪ ڏينهن کي پنهنجي لاءِ عبادت جو ڏينهن مقرر ڪري ملهائيندا آهن جنهن جو نالو سبت اٿن سو حديثون ٺاهندڙ فارسين عربن جي جنتريءَ ۾ ستين ڏينهن کي يوم سبت سڏي يهودين جي جنتريءَ سان ملاوٽ ڪري ڇڏي ورنہ قرآن حڪيم ۾ آندل جملي إِذَا نُودِى لِلصَّلَاةِ مِن يَوْمِ الْجُمُعَةِ (62_9) منجهان مراد جمعي جو ڏينهن ناهي بلڪہ اجتماع ۽ ميڙاڪي جو وقت ۽ پيرڊ مراد آهي ڇو تہ اهڙيون ڪانفرنسون تہ وقت جو حاڪم اعليٰ ڪوٺائيندو سو ان لاءِ هي ٿي نٿو سگهي تہ هو هفتي ۾ صرف هڪڙي ڪانفرنس سڏائي سابہ حديثن جي گهڙيل نالي واري ستين جمعي واري نالي رکيل ڏينهن تي تہ وقت جي حاڪمن طرفان عوامي ميڙاڪن ۽ اجتماعن جا شيڊول انهن جي مصروفيتن جي حساب تي جوڙيا ويندا آهن آئون اها ڳالهہ پڙهندڙن کي هڪ مثال ذريعي سمجهائڻ گهران ٿو اهو هن طرح تہ جيڪڏهن سنڌ جو حڪمران ملڪي مسئلن بابت پنهنجي عوام کان ڪائي انتظامي ۽ آئيني استصواب راءِ لاءِ شهر شهر وڃي لڳاتار ست عدد ڪانفرنسون مقرر ڪري ٿو هر شهر ۾ روز هڪ ڪانفرنس يعني پهرين ڪراچيءَ ۾ ٻئي ڏينهن حيدرآباد ۾ ٽئي ڏينهن دادوءَ ۾ چوٿين لاڙڪاڻي ۾ پنجين ڏينهن سکر ۾ ڇهين ڏينهن نواب شاهہ ۾ ستين ڏينهن ميرپورخاص ۾ تہ اهي ڪانفرنسن وارا هر روز ست ئي ڏينهن انهن انهن

شهرن ۾ عربيءَ ٻوليءَ ۾ يوم الجمعہ سڏيا ويندا چو تہ يوم منجهان مراد هن جاءِ تي ٻارنهن ڪلاڪن وارو ڏينهن ناهي بلڪ تن ڪلاڪن جي ڪانفرنس کي بہ يوم الجمعہ سڏيو ويندو. پر جيڪڏهن وقت جو حاڪم هڪ ڏينهن ۾ ٻہ عدد ڪانفرنسون ڪرڻ گهري هڪڙي صبح جو نائين وڳي کان هڪ بجي تائين جيڪب آباد ۾ ٻي ڪانفرنس ساڳئي ڏينهن چئين وڳي کان ستين بجي تائين بدين ۾ تہ پوءِ ڀل اهو ڏينهن سومر اڱاري جو چو نہ هجي پر انهن ٻنهي ڪانفرنسن لاءِ عربي ٻوليءَ ۾ انهن کي يوم الجمعہ سڏيو ويندو معنيٰ اجتماع ۽ ميڙاڪي جو وقت ۽ پيرڊ "قرآن حڪيم ۾ اندازاً لڳ ڀڳ يوم جو لفظ ساڍا ٽي سو ڀيرا استعمال ٿيو آهي ان سموري تعداد ۾ ٽي سو ڀيرن کان گهڻو زياده يوم جي معنيٰ دنيا جي ٻارهن ڪلاڪن واري ڏينهن بجاءِ وقت ۽ پيرڊ جي معنيٰ ۾ اهو لفظ استعمال ٿيو آهي.

## سورت الڪوثر واري صلوة

هن سورت عظيم ۾ رب تعاليٰ پنهنجي نبي کي فرمائي ٿو تہ اسان توکي قرآن ڏنو آهي. ان ۾ انسانن جي رهنمائيءَ جو نهايت جامع قسم جو قانون آهي انهيءَ سان جڏهن ان جي قانوني حڪمن تي عمل ڪندين تہ جيڪو جيترو پورهيو ڪندو اهو اوتري جو حقدار آهي (39_53) ڌرتيءَ جي پيداوار سين حاجتمندن ۾ برابريءَ جي اصول تي ڪين ڏني ويندي (10_41) حقن جي لحاظ سان عورت ۽ مرد پاڻ ۾ برابر آهن وغيره (228_2) عورت کي پنهنجي لاءِ مڙس قبول ڪرڻ ۾ يا ٻين ڪيترين ئي پسند ۽ ناپسند جي معاملي ۾ مڙس اوهان پنهنجي مالڪي ۽ مرضي مڙهي نٿا سگهو (19_4) تہ اهڙن قانونن تي دنيا جا ڦورو ۽ غلام ساز جاگيردار ذهنيت وارا توسان وڙهندا، پوءِ تون بہ قرآن جي ڏنل نظام ربوبيت جنهن ۾ معاشيات ۽ معاشرت جا سڀ قانون انسانن ۾ برابري قائم رکڻ وارا آهن. انهن قانونن جي حفاظت ۽ تابعداري لاءِ



۽ قرآن جي حقيقي فطري تعبيرن جي نفاذ لاءِ ميدان تي ڇاتي کولي دشمنن جي چئلنج قبول ڪر. جڏهن تون اهڙي همت ڏيکاريندين تہ ان شانئڪ هو الابتر (3_108) تہ تنهنجو دشمن بہ پڇ لڪائي تنهنجي مقابلي ۾ اچڻ کان لڪي ويندو.

محترم پڙهندڙ ڀائرو ۽ ڀينرو!

قرآن حڪيم جي عام ترجمي ۽ تفسير ڪرڻ وارن هن سورت جو ترجمو ڪيو آهي تہ اسان توکي قرآن ڏنو آهي پوءِ تون رب تعاليٰ جي لاءِ نماز پڙهي پوءِ اٺ ڪهڻ جي قرباني ڪر تہ تنهنجو دشمن نابود ٿي ويندو. آئون هن ڪتاب ۾ ڪافي تفصيل سان عرض ڪري آيو آهيان تہ مسلمانن ۾ صدين کان پڙهي ويندڙ نماز سان ڪنهنجو بہ جهيڙو ڪونهي. دنيا جون نظرياتي طور معاشي برابري جي نظريي واريون سڀ ئي ڪئپيٽلسٽ حڪومتن جي ملڪن ۾ مسلمانن جون مسجدون بہ آهن ۽ نمازون بہ پڙهيون وڃن ٿيون مٿن ڪابہ بندش ڪانهي پر آئون چئلنج سان چوان ٿو تہ ڪير ڪعبت الله جي ممبر تي بيهي يا ڪعبي جو دروازو کولي ان جي دروازي تي بيهي يا ڪعبي جي ڇت تي چڙهي اعلان ڪري تہ قرآن جي حڪم مطابق ليس للانسان الا ماسعيٰ (39_53) ڪنهن بہ انسان کي ڪمايل پورهيي جي مقدار کان وڌيڪ ڪنهن بہ شيءِ تي مالڪيءَ جو حق ناهي ۽ ڌرتيءَ جي پيداوار ماڻهن ۾ برابريءَ جي بنياد تي ڏني ويندي (10_41) ۽ هن عربي حڪومت جي سعودي خاندان وارن جون سموريون ملڪيتون قرآن جي نظريي معيشت جي خلاف آهن تہ قرآن واري اهڙي اعلان سبب ڪعبت الله منجهان بہ ان ماڻهوءَ کي منڪر حديث سڏي ڪافر ڪري گرفتار ڪري ڦاسي تي چاڙهي ڇڏيندا. سو پڙهندڙ مهربان

سمجهي ڇڏين تہ اقيموا الصلوة جي معنيٰ قرآن واري نظام معيشت ۽
معاشرت جي تابعداري آهي ۽ اهڙي نظام ۾ ماڻهن جي حقن جي
سلامتي آهي تہ اهڙي نظام جي قائم ڪرڻ جي ڳالھ ڪرڻ کي الله
پاڪ صلوة سڏيو آهي ۽ اها صلوة دنيا جي ماڻهن ۾ عملوا الصالحات
جو بنياد بڻبي جيڪا اڳئين جهان ۾ جنت ڏياريندي سڃي قرآن ۾
مروج نماز پڙهڻ واري لاءِ جنت ملڻ جو ڪٿي بہ ذڪر ڪونهي انهي
قرآن واري صلوة سبب جيڪا رزق ۽ سامان پرورش برابري جي بنيادن
تي ورهائڻ واري آهي ان کي قائم ڪرڻ تي دنيا جا استحصالي قوٰرو
رڪاوٽ بڻبا ۽ جهيڙو ڪندا. انهيءَ صلوة جي قائم ڪرڻ جي ڳالھ
هن دور ۾ مڪي مديني جهڙن اسلام جي مرڪزن ۾ بہ ڪرڻ وارو
ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو. نمازون پڙهي اٺ کهڻ سان إِنَّ شَانِئَكَ هُوَ
الْأَبْتَرُ (3_108) دشمنن جو بڻ بڻياد اکيڙي ڪو نہ سگهبو سمجهي ڇڏڻ
گهرجي تہ صلوة قائم ڪرڻ ڏکي ڳالھ آهي ان جي مقابلي ۾ نماز
سولي آهي. حديث پرست قرآن جي ترجمي ۽ تفسير ڪرڻ وارن
ماڻهن فصل لربك وانحر جي معنيٰ ڪئي آهي روزانو پنج نمازون پڙهڻ
۽ عيدالاضحيٰ جنهن جو ذڪر قرآن ۾ آهي بہ ڪونہ ان موقعي تي يعني
سال ۾ هڪ ڀيرو اٺ کهڻ سو بہ هڪڙي اٺ کهڻ ۾ ست ڀائيوار
گڏجن ايترن حصيدارن جو قرآن ۾ ذڪر بہ ڪونهي آيت ڪريمہ ۾
قرآن جهڙي لاجواب ڪتاب مٿان ان جي جملي ۾ اهڙي بيقائدگي واري
ڳالھ جو الزام هڻن ٿا جو جيڪا نماز روزانو پنج ڀيرا پڙهائن ٿا انهيءَ
سان گڏ سال ۾ هڪ ڀيرو اٺ کهڻ واري عبادت کي ملائي بيان ڪن
ٿا اهڙي ساڳي معنوي هيراڦيري ۽ بي ڍنگائي انهن قرآن مخالف امامي



علمن وارن جملي اقيموا الصلوة وآتوا الزكوة جي معنيٰ ۾ بہ ڪئي
آهي تہ روزانو پنج نمازون پڙهو ۽ سال ۾ هڪ ڀيرو بچت مال تي
چاليهين پتي زڪوة ڏيو جيڪڏهن هرويرو بہ هنن جي معنيٰ کي ماڻهو
صحيح سمجهن ٿا تہ گهٽ ۾ گهٽ قرآن جهڙي ڪتاب جوڙيندڙ الله
بابت ايترو تہ خيال ڪن ها تہ جيڪڏهن زڪوت سال ۾ هڪ ڀيرو
ڏيڻي آهي ۽ قربانيءَ جو اٺ بہ سال ۾ هڪ ڀيرو ڪهڻو آهي تہ گهٽ ۾
گهٽ انهن ساليانين عبادتن کي الله گڏ ڪري قرآن ۾ جدا جڳھ تي
ڪنهن هڪ جملي ۾ آڻي ها بجاءِ روزانو پنج وقتي پوڄا واري نماز
سان گڏ بيان ڪرڻ جي. رب تعاليٰ ڄاڻي پيو تہ هي فارس جا مجوسي
امام قرآن ۾ لفظي تحريفن ۾ ناڪاميءَ کانپوءِ معنوي هيراڦيريون بہ
ڪندا سو ان اقيموا الصلوة جي معنيٰ حڪومتي نظام قائم ڪرڻ جي
معنيٰ طرف پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ لاڳيتو پيو جملو آتوا الزكوة جو
ملائي بيان ڪيو تہ اوهان کي نظام صلوة اهڙو قائم ڪرڻو آهي جنهن
سان رعيت وارن کي پالڻ جون گهرجون ۽ ضرورتون پوريون ڪري
سگهجن پوءِ بہ الله کي خبر هئي تہ جنهن سامان پرورش ڪاڌي پيتي
وغيره جي روزانو ڪئي ڀيرا ضرورت پوندي آهي هي حديثن ۽ فقهن
تاهڻ وارا امام ان کي بہ روزانو بدران ساليانو ڪري ڇڏيندا. تڏهن
قرآن پڙهندڙن کي وڌيڪ سمجهائڻ ۽ امامي هيرا ڦيرين کان با خبر
ڪرڻ لاءِ ٻئي هنڌ وڌيڪ پڌرائيءَ سان سمجهايائين تہ:

وَيُقِيمُونَ الصَّلَاةَ وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنفِقُونَ (3_2)

يعني صلوة جو نظام قائم ڪرڻ وارا وٺن رزق روزي لاءِ جمع ڪيل
ذخيرن ۽ بجيٽ کي خرچ ڪرڻ جا بہ ذميوار هوندا سو هرڪو ماڻهو
ڄاڻي ٿو تہ ماڻهو روزانو ٽي ويلا ماني کائن ٿا لٽو ڪپڙو بيمارن لاءِ دوائون.

رهڻ لاءِ اجهو دنيا جي وهنوارن لاءِ تعليم اهي سڀ شيون رزق سان تعلق رکن ٿيون پالنا سان تعلق رکن ٿيون اهڙين سڀن گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ رب تعاليٰ اقيموا الصلوة واتوا الزکواة جو حڪم ملائي ڪري بيان ڪيو ته هنن جي معنيٰ ۾ رولو وجهڻ طرف ماڻهن جو ذهن وڃي اهو هن ڪري ته صلوة سان گڏ الله رزق خرچ ڪرڻ جي جيڪا ڳالهه گڏ لکي آهي سو جيڪو رزق گهرڙيءَ گهرجي ٿو ان لاءِ هنن تفسير ۽ معنيٰ ۾ اهو سال ۾ هڪ پيرو ڏيڻ لکيو آهي ۽ نماز کي روزانو پنج پيرا اها ڪهڙي قسم جي معنيٰ چئبي؟.

## اقامة صلوة سورت الماعون جي روشنيءَ ۾:

محترم پڙهندڙو! هن سورت جون ڪل ست آيتون آهن پهرين آيت ڪريمه ۾ هڪ سوال آهي ته قرآن کي پڙهڻ وارا توکي خبر آهي ته دين کي ڪوڙو قرار ڏيڻ وارو ڪير آهي؟ يعني جنهن ماڻهوءَ جي سلوڪ قول فعل ۽ روين منجهان ماڻهن کان رڙيون ۽ رانياٽ نڪري وڃن ته جيڪڏهن دين هن ماڻهوءَ جي روين ۽ سلوڪ جو نالو آهي ته اسان کي اهڙي دين کان توبه ڀلي آهي. (1) ٻي آيت ڪريمه جو خلاصو ۽ مفهوم هي آهي ته دين جي تڪذيب جو باعث ۽ سبب بڻجڻ وارو هر اهو ماڻهو آهي جيڪو ٻي واهن ۽ ٻي سهارا ماڻهن کي دبائي ۽ ڌڪا ڏئي (2) ٽين نمبر آيت ڪريمه ۾ انهي ساڳي خصلتن واري ماڻهوءَ جي نشاني ٻڌائي وئي آهي ته اهو اهڙو ته ڪنجوس آهي جو ڪنهن مسڪين کي ماني ڳيو ڪارائڻ لاءِ نه پنهنجي اختيارن ۽ پاور سان ڪاڏو ڏئي ٿو نه ئي ڪنهن انتظامي مشنري جي ڪنهن زبردست کي اهڙي ڪم لاءِ چوي ٿو (3) محترم پڙهندڙو انهن ٽنهي آيتن ۾ ڄاڻايل جدا جدا ٽن خصلتن جو مرتڪب ۽ فاعل ڪوئي نماز پڙهندڙ ماڻهو نٿو ٿي سگهي هنن ٽنهي



آيتن ۾ هڪ ماڻهو جو ذڪر آهي ۽ واحد جي صيغي سان ان جو تعارف ڪرايل آهي جنهن جو مقصد هي ثابت ٿئي ٿو ته جڏهن سرڪاري ڪاموري شاهي جو هڪ فرد به اهڙو بدخصلت ڪريل ۽ ڪرپٽ ثابت ٿيندو ته ان لاءِ چوٿين نمبر آيت ۾ حڪم ڏنو ويو ته فويل للمصلين (4) يعني رياست جي سڄي مشنري، سموري بيوروڪريسي ٽوٽل نوڪر شاهي الله جي قانون جي گلا ۽ خواري ڪرائڻ جي جوابدار آهي هتي پهريائين ڪنهن به ماڻهوءَ ۾ ٽن بڇڙين خصلتن پيدا ٿيڻ جو ذڪر ڪيو ويو پوءِ انهيءَ صورتحال جو ذميوار ٽوٽل ملڪي انتظاميه کي قرار ڏنو ويو هن لاءِ ته ان هڪڙي ڪريل ڪاموري تي مٿين حاڪمن قدم ڇو نه کنيو مصلين جمع جو صيغو آهي ان جو واحد مصلي آهي يعني قرآن جي ڏنل نظام معيشت کي قائم ڪرڻ وارا غور ڪيو ته اوهان نوڪر شاهي منجهان جڏهن مٿيون ٽي خصلتون ڪنهن هڪ ماڻهوءَ ۾ به پيدا ٿينديون ته ڄڻ اها چارج شيٽ جو سبب بڻي آهي سموري ملڪي نوڪر شاهي لاءِ ڇو ته تلاءَ جي هڪڙي ڪني مڇي سڄي تلاءَ جي مڇين کي خراب ڪندي انهن افسرن نظام صلوة قائم ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي تڏهن ماڻهو الله جي قانون کي ڪوڙو سڏين ٿا معاشري جي بکين ماڻهن جي سار سنڀار نه ٿي ڪئي وڃي افسر شاهي جوان طرف ڌيان نه وڃڻ ڪري ماڻهو الله جي گلا ڪن ٿا ته ڇا جو سٺو آهي ان جي قرآن جو قانون! جو جڏهن معاشري ۾ ڪنهن ٻي پهچ ماڻهوءَ کي در در تي ڌڪا ملن دڙڪا ملن ته ڪاموري شاهي ڪاڏي وئي ايڊمنسٽريشن ڪاڏي وئي، شروع جي ٽن آيتن ۾ حاڪمن جي گينگ منجهان هڪ ماڻهوءَ جي ڪرڻ مغرور ٿيڻ ۽ ماڻهن جي حاجتن حل ڪرڻ کان بيپرواهي ڏيکارڻ جو مثال ڏيندي قرآن سموري ڪاموري شاهي کي چارج شيٽ ڏئي ٿو ته اوهان رياست جا يا پنهنجي ڊپارٽمينٽ جا عهدا ۽ ڊيوٽيون ڪيئن پيا سنڀاليو اوهان خلاف

ويل چو نہ مڃائجي؟ مٿين صورتحال اوهان جي مغروري ۽ ڪرپٽ هجڻ جي سبب ٿي آهي هڪڙو راشي حڪمران پين ڪي بہ حصو پتي ڏئي خراب ڪندو اوهان رڳي ميڊ يا اڳيان ڪيميرائن ۽ مووين اڳيان راشن جون ٿيلهيون ورهايو ٿا نہ تہ هونئن باقي قانون جي ڳالا جي صورتحال سڄي اوهان جي نا اهلي ڪري ٿي آهي، اهڙن افسرن لاءِ مخلوق ڪي الله پاڪ انڊيڪشن ڏئي ٿو تہ اهڙن حڪمرانن ۽ افسرن لاءِ ويل مڃائي ڏيو جو يا تہ سڌري هلن يا گهر وڃي ويهن اهڙن شوباز ۽ ڪائو ڪامورن جي ڪابہ ضرورت ناهي انهن حڪمرانن جي حالت اها آهي جو يَمۡنَعُونَ ٱلۡمَاعُونَ (7) خلق خدا ڪي رزق جي گودامن ڪان روڪي هڙئي مال پاڻ ڪائي وڃن ٿا.

پر جيڪڏهن شروع وارين ٽن آيتن ۾ استعمال ڪيل واحد جي صيغي منجهان اڪيلي حاڪم اعليٰ وزير اعظم ياصدر يا وزير اعليٰ مراد ورتي ويندي تڏهن بہ معنيٰ درست ڇئبي پوئين آيتن ڪانپوءِ جيڪو جمع جو صيغو استعمال ڪيو ويو آهي اُن جو مطلب هي ٿيندو تہ جيڪڏهن حاڪم ڪريو آهي تہ سڄي سرڪاري مشنري ٻڌي ڪري ان ڪي ناڪام بنائي ان جو ساٿ نہ ڏئي، سول نافرماني ڪري





## قرآن جو تفسير الله پاڻ ڪيو آهي.
## ماڻهن سان ڪوڙ نہ ڳالهايو
## حديث جو علم قرآن جو تفسير ڪري ئي نہ ٿو سگهي.

جيڪو بہ علم هجي ڪنهن علم جو تفصيل ڪندو آهي يا جيڪا بہ ڳالهہ ڪنهن ٻي ڳالهہ جي تفسير خاطر لکي ويندي آهي ان لاءِ قانون آهي تہ پهريائين جنهن علم ۽ ڳالهہ جو تفسير ڪيو وڃي ٿو تہ منڍ ۾ ان جي متن ۽ ٽئڪسٽ جي آيت، سورت يا ان علم جي ڪنهن بہ مسئلي جي عبارت لکي وڃي پوءِ ان ڪي ڪولينڊڙ ۽ تفسير ڪندڙ علم ان جي متن واري عبارت ڪي ان جي لفظن جي حوالن سان ان جو تفصيل معني ۽ مفهوم پيش ڪري سڄي دنيا ۾ سڀن علمن تي لکيل ڪنهن بہ ڪتاب جو جيڪڏهن ڪو شرح حاشيو ۽ تفسير لکيو ويو آهي تہ ان جي صورت اها هڪڙي ئي رهي آهي، پر قرآن حڪيم جيڪو پاڻ الله جي پاران نازل ٿيڻ مهل ئي تفصيل ڪري موڪليل آهي (1-11) ان جي هوندي بہ اسلام دشمن اتحاد ثلاثہ يهود مجوس ۽ نصارن جي ملي ڀڳت سان قرآن ڪي رد ڪرڻ لاءِ جيڪو علم حديث جناب خاتم الانبياءُ عليہ السلام جي طرف منسوب ڪيل ٺاهيو ويو آهي ان لاءِ آئون چئلنج ڪيان ٿو تہ لکين حديثن منجهان ڪا هڪ بہ اهڙي حديث ڪير آڻي ڏيکاري جنهن ۾ پهريائين ڪنهن بہ قرآني مسئلي تي قرآن جي رهنمائي قرآن جي آيتن جي ڇاڻائڻ سان لکي وڃي پوءِ ان مسئلي ڪي علم حديث جون روايتون ڪولي ان جو تفسير ڪن جنهن سان انهن جي چوڻ مطابق قرآن واري ابهام ڪي انهن جون حديثون ڪولي ڏيکاريندڙيون هجن جن ڪي قرآن ڪولي نہ سگهيو هجي اسان دعوي سان چئون ٿا تہ علمي دنيا ۾ ڪا هڪ بہ اهڙي حديث ڪير ڏيکاري نہ سگهندو جڏهن تہ آئون ڪيئي ساريون حديثون پنهنجي ڪتابن ۾ قرآن حڪيم جي خلاف ۽ رد ۾ ٺاهيل ثابت ڪري چڪو آهيان.